

# داستان ڪربلا


حڪيم گل محمد آزاد صوفي



ڇاپو ٻيو ]          ۱۹۵۶-۵۵ع          [ جلد ۱۰۰۰

قيمت ۱-۸-۰





ڇپائيندڙ:-

## آر-ايڇ احمد اينڊ برادرس

بوڪسيلرس، پبلشرس شاهي بازار حيدرآباد (پاڪ)





# سورهہ سنڌي ادب




## صاحب خان سورهہ ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# سنڌي ادبي ڪتاب.

| ڪتاب | قيمت |
|---|---|
| شرف العلوم حصہ ١ دين محمد اديب | ٣-٨-٠ |
| " " ٢ " " " | ٣-٨-٠ |
| " " ٣ " " " | ٣-٨-٠ |
| " " " " " " | ٣-٨-٠ |
| سيرت منصور | ٠-٨-٠ |
| تعلقات اسلام علي خان ابڙو | ٠-١٢-٠ |
| مسدس ابوجهو مولوي الهه بخش | ٢-٠-٠ |
| فاتح سنڌ خليق مورائي | ١-٨-٠ |
| رهنماء ڪامل ڪي- بي- ميمڻ | -١٢-٠ |
| سنڌ جو شاهنامو مير حسن علي ٽالپر | ٣-٠-٠ |
| ڪفايت شعاري خان صاحب آغا تاج محمد | ٠-٨-٠ |
| نيڪ نصيحتون " " " | ٠-٩-٠ |
| رسومات تباهي علي خان ابڙو | ٠-٦-٠ |
| اخلاقي گلدستا " " " | ٠-١٢-٠ |

## آر- ايڇ احمد ائنڊ برادرس.

بوڪسيلرس شاهي بازار حيدرآباد (پاڪ)

# سلام دربار گاه عالي.

سيدنا حضرت امام حسين الشهيد كربلا رضي الله عنه

از بنده بنده گان كمتر از سگان

گل محمد آزاد صوفي اكي شيعو اكي سني

مذهب ۽ ملت اماميه

١- امت احمد سڏائو ڪون ڪي شان حسين

ڪربلا ۾ ڪن ڪيو برباد ڪيهان حسين

٢- غم حسيني آه جن جي جان ۾ ڪيو جائي

سي ڳيا مجلس ۾ داخل غمگساران حسين

٣- اهل بيت سان عداوت ۾ سڏائن مسلمان

قلب مان ڪيئن ڪندي ڪي يار ياران حسين

٤- روز محشر جو ڀلائو معاف آهي ڪن مٿان

جاء جنت ۾ اهن لئي جوڪي محبان حسين

٥- جام ڪوثر جو سڏي آزاد ڪي ساقي ڏنو

۽ چيو هي آه هڪڙو در تي دربان حسين

# ياد حسين

ملتجا درگاه فلڪ بارگاه حضرت سيدنا امام حسين
شهيدان ڪربلا رضوان الله عليهم اجمعين

۱- ڪرم سان ڪامل خدا پاڻ کي ڏي محبت حسين
شال من ۾ منهنجي محڪم ٿئي وسي صورت حسين

۲- پاڻ پيغمبر سڳوري آهه فرمايو ائين
منهنجي محبت آهه ان سان جنهن کي محبت حسين

۳- دين ۽ ايمان تقويٰ زهد اهو ٿيو قبول
پاڻ ڀنهنجن هٿن سان ان کي ڏني جنت حسين

۴- ڪيا مبارڪ ڪلهن پيغمبر سدائين جي سوار
شان اعليٰ ٿيو الهي لاءِ ۽ ملي عزت حسين

۵- ڪربلا ۾ ظالمن تڪليف ڪهڙي ڪئي روا
سا قبولي سڀ خوشي سان ڏس اها همت حسين

۶- دم ٿئي آزاد جو شل الهي ماتم ۾ ختم
مهر جي ان تي مدامي ٿي وسي رحمت حسين

# ديباچو.

## حقيقت کي واضع ڪرڻ لاءِ هڪ صحيح ۽ سچي گذارش

انسان ذات ڪڏهين روح رسائيندڙ
۽ غمن ۾ غرق ڪندڙ اهڙا درد ڀريا واقعا نازل ٿين
ٿا جي نہ رڳو ذڪر ۽ الم جو ڪارڻ آهن، پر شرافت ۽
انسانيت جي دامن تي بہ هڪ نهايت بدنما داغ ليکجن
ٿا. اهي ڪيتري وقت کان پوءِ بہ ڪن ٿا ۽ ياد بہ
رهن ٿا مگر تڏهين بہ جيئن جيئن زمانو گذرندو وڃي
ٿو، تيئن تيئن دلين تان اهي بہ صفا وڃن ٿا، تان جو
آخر تہ اينترقدر فراموش ٿي وڃن ٿا جو ڪڏهين
خواب جي مثل بہ ياد نٿا رهن. پر ڪربلا جو حادثوئي
هڪ اهڙو جگر چلائيندڙ ۽ دل ڏاريندڙ افسوسناڪ
واقعو آهي، جنهن ذڪن ۽ لکڻ سان ڪل انسانيت
۽ شرافت کان ٻاهر وحشي ۽ درندن حيوانن ورڪ،
هلت جو برتاءُ ڪيو ويو هو، جنهنکي اڄ ١٣٠٠ ورهيه
گذري ويا آهن تہ بہ جيئن نوءِ تيئن دلين تي تازو آهي
۽ روز قيامت تائين ياد رهندو ۽ ڪڏهين بہ محو ٿيڻ
وارو نہ آهي.

سڀڪنهن قوم ۽ مذهب وارن جو ڪو سال عيد
والڪو خوشين سان ملهايو ويندو آهي. اسلام ئي هڪ
مذهب آهي جنهنجي ڪنهن سال جي شروعات ماه
محرم الحرام کان آهي ۽ چند ڏينهن سان ئي مؤمنن جي
گهرن ۾ غم حسين عليه السلام جي ماتم جي صف
پرپا ڪئي ويندي آهي ۽ ان مهني جو پهريون ڏهو
حضرت شهيدان ڪربلا رضي الله عنه جنجي غم ۽
اندوه ۾ گذاريو ويندو آهي جو دستور روز قيامت تائين
جاري وارو نه آهي. انجو ڪارڻ هي آهي ته سيد
حضرت امام حسين عليه السلام جن ڪربلا جي ميدان
۾ جنهن صبر، تحمل، شجاعت، همت ۽ استقلال جو
ثبوت ڏنو هو انجو نظير دنيا جي ڪابه تاريخ يا ڪو
مذهب پيش نه ڪري سگهندو. امام صاحب جن کي
انتها درجي جي حالتن وارا وحشيانه ۽ زبان سان
ظاهر نه ڪري سگهڻ جهڙا ظلم نهايت بيرحمي ۽
ڪميڻائي جا طريقا جائز رکيا ويا هئا، پر انهن سڀن
جي دل کي ذرو به ڪو لوڏو يا اهڙڪ نه آئي. بلڪ
ڪي ان سڀوري جي مظلومي ۽ بيڪسي ۽ بيچارگي
اهڙي پسند آئي جو سندن خدا جي راه ۾ هي قرباني
قبول ڪري انجو ذڪر اهڙي طرح قائم رکيو جو اهو
قيامت تائين يادگار رهندو. بلڪ ۽ اڄ جي ڏينهن
عزيزن قريبن جي موت جو صدمو، تنهن مصيبت

ٻچن جو ٻڪيو اڃو ٿورن جي اڪا ٻڪ وسڪارن ۾
ڦٿڪڻ، والدن جي هٿن ۾ سندن اکين آڏو دم ڏيڻ،
پرده نشين پاڪ حرم جن ڪڏهن به ڪنهن نا محرم
جو منهن نه ڏٺو هو، تن جي بي پردگي ۽ بي حرمتي،
هي سڀ ڳالهيون صبر جي آزمائش لاءِ هيون، جي
همت کي ٽوڙڻ لاءِ امتحانا درپيش هيون. پر حضرت
امام صاحب اهي سڀ هلاڪيون ۽ ڏک کلندي
خوشي سان برداشت ڪيا. ايتري قدر جو پيارن ۽ پٽن
جا خون ۽ خاڪ آلوده شهيد لاش پنهنجي مبارڪ
هٿن سان ميدان مان کڻي مڪان تي آندا ٿي ۽ اهڙي
سخت مصيبت زده حالت ۾ به دشمنن کي سمجهائي
انهن کي هدايت جو رستو ڏيکاريو ويو ٿي ۽ بي
ياسي اهل بيتن سڳورن ۽ سيني رفيقن کي صبر ۽
تسڪين جي تلقين فرمائيندا رهيا ٿي. نه ته اهڙي
وقت ۾ اهڙي قسم جا درد انسان جي جهڙا حالت
بنائين ٿا انهيءَ انداز و به آهي ئي ڪري سگهندا
جهڙي انهن حالتن ۾ گرفتار هوندا. جو ته جنهن پا
ٻرندي آهي اهائي جاءِ جلندي آهي ۽ ٻاڙي رڙ
کي انهيءَ سيڪ ڪولر ايندو آهي.

هن حادثي جي لسمت کي اهو سبب ڏيندا آهن
ته بني اميه ۽ بني هاشمي جو پاڻ خانداني گهرو ض
اصل کان وٺي هليو ٿي آيو، انهيءَ لئي جو اهو شوا

هئي. پر اهڙن ماڻهن کي شايد تاريخ جي علم جو اڀياس،
ڪونه، لو نسبي ڇاڪاڻ ته جي ائين هجي ته طرفداري
۾ به هڪڙي پاسي رڳا بني اميه، هجن ها ۽ ٻئي پاسي
بني هاشمي. مگر ائين نه هو، جيئن ته عمر بن سعد
جنهن جي [هٿ ۾ يزيد جي فوج جي واڳ هئي ۽ ڪربلا
جي ميدان جو وڏو ڪمانڊر هو سو حضرت رسول
ڪريم صلي الله عليه وسلم جنهن جي مامي حضرت سعد
بن وقاص جو پٽ هو ۽ شمر لعين جو هن واقعي جي
معاملي جو مدار جيو وچيتو سو حضرت امام حسين
عليه السلام جنهن جي مائٽي ڀاءُ حضرت عباس علمدار
جو مامون هو. گويا بني هاشمين مان ئي ڪري بني
اميه جو طرفدار هو. اهڙي طرح ڪيترا بني اميه جا
لاڳاپيدار هئا جي حضرت امام حسين جا طرفدار هئا.
تنهنڪري ثابت ٿيو ته اها لڙائي ڪا خانداني ضد يا
گهرو دشمني جا ڪارڻ نه هئي.

وري ڪن جو چوڻ آهي ته حضرت امام حسين
جن کي خلافت جي خواهش هئي، پر غلط بلڪل غلط.
ڇو ته تاريخن ۾ صاف پڌرو آهي ته حضرت امام حسين
پنهنجي وڏي ڀاءُ وانگر خلافت کان بيزار هئا ۽ پاڻ
جن يزيد جي خلافت قبول نه ڪئي تن مان عبدالله
بن زبير به هڪڙو هو جنهن جي هٿ تي مڪي معظم
جي سڀني ماڻهن بيعت ڪري ان کي پنهنجو خليفو

ٺهرايو هو. ان عبدالله حضرت امام حسن تي تمام گهڻو
زور رکيو ته جيڪڏهن توهان کي خلافت جي خواهش
هجي ته آءُ اوهان جي هٿ تي بيعت ڪريان ٿو ۽ مڪي
معظم جا ماڻهو سڀ اوهان جي بيعت لاءِ تيار آهن. هڪڙو
ته مڪو معظم امن جو هنڌ آهي اتي ڪا لڙائي ٿيڻ
واري نه آهي، ٻيو ته اتي جا سڀئي رهاڪو يزيد جي
برخلاف آهن تنهن ڪري توهين بي خطر رهي سگهو
ٿا. هاڻي جي سچ پچ حضرت امام سڳورا خلافت
جا خواهان هجن ها ته اهو وجهه تمام چڱو هو پر پاڻ
عبدالله کي به اهو جواب ڏنائون ته امام جي مرضي خلافت
لاءِ هرگز ڪانه هئي.

حقيقت هي هئي ته حضرت امام صاحب جن يزيد
جي انهي چنڊال چوڪڙي جي افعال کان گهڻو ناراض
هئا، جو اهي زاني، شرابي، مفسد ۽ بيدين هوا.
امام صاحب جنهو مقصد هو ته جي يزيد دل سان
توبهه ڪري باز اچي ۽ دين محمدي جو هر حالت ۾
لحاظ ڪري ته اسين سڀئي ان کي خليفو ڪري مڃڻ
لاءِ تيار آهيون. پر جي هو باز نه اچي ته ٻيو ڪو
ايماندار ۽ ديندار ماڻهو خليفو مقرر ڪجي. فقط اهو
ئي مقصد هو جو اسلام جي نالي ۽ ناموس تي يزيد
جهڙي بدڪار جو هجڻ هڪ قسم جو داغ هو. تنهنڪري
حق ۽ سچائي جي اظهار ڪرڻ لاءِ حضرت امام صاحب

پنهنجي جان، مال ۽ آل ايمان قربان ڪيو. هي جنگ
حق ۽ باطل جي نه هئي ها ته جيڪر شهادت جو
مقصد ئي فوت ٿي وڃي ها. ۽ انهيءَ حالت ۾ شهادت
جي باري ۾ جيڪي گهٽو اڳي حضرت روح الامين ۽
حضرت نبي ڪريم وٽ پيشنگوئيون ڪندو ٿي رهيو سي
جيڪر ڪوڙيون ٿين ها.

شهادت جي ذڪر جو هڪ سنڌي ۾ روضة الشهداء
نالي جهوني وقت جو ڇاپي هيٺ آيل هو پر اهي
پوليءَ نظم جي ڏوليءَ جهوني سنڌي ۽ جهوني صورت
خطي جي بدول ۾ هئي. جنهنڪري اسانجا هاڻوڪا
انگريزي خوانده نوجوان ان ڪتاب مان پورو واقف ٿي
سگهيا. ان ڪان پوءِ هڪڙي سنڌي سڪول ماستر
هاڻوڪي سنڌي صورتخطي ۾ ساڳئي مضمون وارو
ڪتاب لکيو، جي ڪتاب به شايد هينئر بازار مان مشڪل
ملي سگهن يا اصلي نه ملي سگهن تنهن ڪان سواءِ
شهادت جي ذڪر مان هرهڪ مسلمان کي جنهن
مقصد موجب واقف ٿيڻ گهرجي سو مطلب به انهن ۾
تاريخي روءِ سان ۽ واضح نه هو. تنهن ڪري هن
مسڪين ڪوشش ڪري مختصر طرح هن ڪتاب ۾
شهادت جو ذڪر پيش ڪيو آهي ته هاڻوڪا جوان
توڙي اسانجا پيا مسلمان ڀائر ان مان صحيح نموني جي
واقفيت حاصل ڪن ۽ مومنن جي دلين ۾ حضرت امام

صاحبن جي غم جي تازگي رهي ۽ آئينده زندگي جو سبق پرائجي.

مون هن ڪتاب لکندي حضرات شيعه صاحبان ۽ حضرات سني صاحبان جي جذبات جو گهڻو لحاظ رکيو آهي جيئن ته غير اهل بيعت لاءِ سني خواه شيعا صاحب سڀئي هڪ جهڙا مستحق آهن. جنهن مسلمان حضرت رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي ڪلمون پڙهيو آهي، تنهن سيني لاءِ اهل بيت جي ذات پاڪ گهڻي عزت ۽ احترام جي لائق آهي. پر جي منهنجي ڪوتاهي ڪندي ڪنهن کي ڪو اهڙو لفظ يا خيال منهنجي قلم کان سرزد ٿيو هجي جو ڪنهن صاحب کي خوش نه لڳندو هجي ته غير حسين جي صدقي منهنجي پريشاني ۽ مجبوري جو عذر قبول فرمائي مونکي عفو جي نگاه سان ڏسندا. چاڪاڻ ته اهو گفتگو مون ارادتا ڪم ڪونه آندو هوندو، اهو پڪ ڄاڻن ته خاطري چاڻڻ گهرجي. آءٌ ته صوفي خاندان جو ادنيٰ خاصخيلي! آهيان منهنجي نظر ۾ حضرات شيعه صاحبان ۽ سني، صاحبان سڀئي هڪ الله جي نور جو جلوو نظر اچن ٿا.

عنايت جو منتظر

حڪيم گل محمد آزاد صوفي

## سيدنا حضرت.

## امام ابو محمد الحسن المجتبيٰ رضي الله عنه
## جنجي مبارڪ زندگي جو ذڪر.

### باب پهريون.

### اوائلي زندگي مبارڪ جي حالت ۽ بيان.

حضرت امام حسن عليه السلام جن جي ڄمڻ جو ھنڌ مديني منور ۾ تاريخ ١٥ ماه رمضان مبارڪ سن ٣ هجري جو اهو خير ۽ برڪت پريو ڏينهن هو جنهن ۾ حضرت امام صاحب جنهي دور جو ظهور ٿيو - سيدنا حضرت علي ڪرم الله وجهه ۽ سيدة النسا حضرت بي بي فاطمه الزهرا رضي الله عنه جا لاڏلا فرزند ارجمند ٿيڻ جا ڀاڳ هئا ۽ حضرت رسول خدا پيغمبر آخر الزمان صلي الله عليه و سلم جا ظاهر ۾ ڏهٽا پر باطن ۾ جگر جو ٽڪر هئا. خلافت پيغمبري جا پنجان خليفا، پنجتن پاڪ جي مجلس هڪ فرد ۽ چوڏهن معصومن ۾ ٻيان معصوم ۽ ٻارهن امامن ۾ ٻيو امام هئا. حضرت رسول خدا صلعم جنهي وصال وقت سندن عمر ٧ سال هئي سندن تولد ٿيڻ تي حضرت جبرئيل عليه السلام بهشت مان نوراني وکو الله تبارڪ و تعاليٰ جي طرفان سوکڙي

ڪري کڻي آيو هو. دائي بي بي اسماء کين ٻار کڻي ڪري
وٽ کڻي آئي ۽ ٻار کيس هنج ۾ کڻي ڏاڍا خوش ٿيا
۽ خوشيءَ مان چمين ڏيڻ لڳا. پوءِ سندس ڪن ۾ ٻانگ
ڏيڻ ۽ نالي جي واسطي سندن والد حضرت علي ڪرم
الله وجهہ کان پڇيائون جنهن فرمايو ته جهڙو نالو رکوس-
پر ٻار درگاه الاهي ڏانهن وحي جا منتظر ٿيا ته هڪدم
جبرئيل عليہ السلام نازل ٿيو ۽ چيائين ته يا رسول الله
صلي الله عليہ وسلم، الله سائين جو ارشاد آهي ته صاحبزادي
جو نالو حسن رکو. ٻار خوش ٿي اهو نالو رکيائون. پوءِ
دستور موجب عقيقي جون رسمون بجا آنديون ويون
۽ گهڻو خير خيرات ڪيو ويو.

حضرت پيغمبر ڪرام صلعم جن کي پنهنجي صاحبزادن
حضرت امام حسن ۽ ان کان هڪ سال ننڍو حضرت
امام حسين سان ڏاڍي دل هوندي هئي. ايتري قدر
قرب ۽ پيار ڪندا هئا جو مسجد شريف ۾ نماز پڙهڻ
لاءِ ويندا هئا ته ٻنهي صاحبزادن کي پنهنجن ڪلهن
مبارڪن تي چاڙهي وٺي ويندا هئا ۽ ڪڏهن ڪڏهن
ته جڏهن حضرت جن سجدي ۾ سر مبارڪ رکندا هئا
ته ٻئي شهزادا ٻاراڻي سمجهه ڪري مٿن چڙهي ويندا
هئا. پوءِ جيسين ٻارڙا پنهنجي خوشيءَ سان لهندا هئا تيسين
حضرت جن سر مبارڪ سجدي مان نه ڪڍندا هوا. هڪڙي
دفعي حضرت علي ڪرم الله وجهہ جن اها حالت ڏٺي

۽ صاحبزادن کي گورو ٿيندي مان هيٺ لهڻ لاءِ چيائون.
حضرت جن نماز کان فارغ ٿي حضرت علي کي بلڪل
منع ڪئي ته ڪڏهين به اوهين اهڙي حالت ۾ منع نه
ڪجو ۽ ڪجهه به نه چئجو.

ڪڏهين ڪڏهين ته صاحبزادا حضرت نبي ڪريم
صلعم جن جي ڪلهن مبارڪن تي چڙهي سٺ جو ڏاڍو
کين مهار وانگر ٻڌي پوءِ هلائيندا هئا، جئن سوار اٺن
۽ گهوڙن کي هلائيندا آهن. پريان حضرت عمر رضه الله عنه
جن پئي آيا، اها حالت ڏسي صاحبزادن کي چيائون ته
سائين سواري ته واهه جي ملي اٿو. تنهن تي حضرت جن
فرمايو ته اي عمر سوارن ۾ ڪا وري گهٽتائي آهي ڇا؟

حضرت امام حسن جنهجي صورت مبارڪ ته جناب
پيغمبر خدا صلي الله عليه جن سان هوبهو هم شبيهه هئي.
ٻيهالي! مبارڪ ۾ ته ڪوبه فرق ڪونه هو. انهي ڪري
ڪيترا ماڻهو جنکي حضرت نبي ڪريم جنجي زيارت
جو شوق هوندو هو سي حضرت امام صاحب جنهجي اچي
قدمبوسي! ڪندا هئا جو انهن کي ساڳوئي سڪ ۽ لذت
ايندي هئي.

حضرت امام صاحب سخي وڏي اهڙا هوندا هئا جو
ڪڏهين به سائل کي هٿان خالي نه موٽايائون ۽ جيڪي
موجود هون سو ڏيئي، تنهن کان پوءِ ان کان معافي.

گهرندا هئا ته معاف ڪجي جو مون وٽ هينئر ڪجهه ڪي
موجود نه آهي. انهي ڪري سائل دل ۾ ڏاڍو شرمندو
ٿيندو. دعائون ۽ تعريف ڪندو هليو ويندو هو.
ڪڏهن ڪڏهن ڪي سائل ته وري اهڙا هوندا هئا
جن کي گهٽ وڌ ملندو ته ڪاوڙجي گستاخانه لفظ به
ڳالهائيندا هئا، پر حضرت امام صاحب جن خنده پيشاني
سان اها سائل جي گستاخي هرگز خيال ۾ ڪين
آڻيندا هئا.

هڪڙي دفعي بي بي صاحب پاڻ ڪريمن جي
خدمت ۾ آئي ۽ غمگين ٿي فرمائڻ لڳي، ته معصوم
سڳورا گهڻي مدت کان نڪري ويا آهن جي اڃا تائين نه
آيا آهن، تنهن ڪري انتظار آهي. سندس والد به گهر
۾ موجود نه آهي نڪو ٻيو ماڻهو آهي جنهن کي
موڪلجي. پاڻ سڳورن فرمايو ته فڪر نه ڪريو سندن
الله سائين هر طرح نگهبان آهي. پوءِ هٿ کڻي درگاهه
الاهي ۾ دعا گهريائون انهي وقت جبرائيل عليه السلام
آيو ۽ چيائين ته الله سائين جو حڪم آهي ته غم نه
ڪريو، ٻئي صاحبزادا الله کي گهڻو پيارا آهن،
سندن نگهباني لاءِ الله جو هڪڙو فرشتو هميشه
چوڪيدار وانگر آهي ٿو پوءِ حضرت جن حضرت عباس
کي ساڻ ڪري هڪڙي وادي ڏي ويا جا تمام
هري ڀري ڏسن ته ٻئي ڀائر هڪ ٻئي کي ڀاڪر پايو

آرام ۾ سمهيا پيا آهن ۽ ملائڪ سڳوري ڪي تنهن جا
پر بستري وانگر پکوڙي ڇڏيا آهن ۽ ڪي پر مٿان ڇانو
جي لاءِ پکاريا اٿن. پوءِ کڻي سهاڳ ڪري گهر وٺي
آيا ۽ بي بي صاحبه جي حوالي ڪيائون جا ڏاڍي
خوش ٿي.

پاڻ ڪريم هميشه صاحبزادن جي باري ۾ فرمائيندا
هئا ته هي منهن جا نورچشم حسب توڙي نسب ڪري
ناناڻي خواه ڏاڏاڻي ناتي ۾ هر طرح ڀلا ۽ خدا وٽ
مقبول آهن. آئون انهن مان ۽ هو مون مان آهن جيڪو
انهن جو دوست آهي سو منهنجو دوست آهي جنهن
جي انهن سان دشمني آهي تنهنجي مون سان دشمني
آهي.

وري هڪ دفعي جو ذڪر آهي ته ٻئي صاحبزاده
ڪٿي جهنگ ۾ هليا ويا ڇتان موٽڻ ۾ دير ٿي ۽ بي بي
صاحبه جو انتظار ڏسي آنحضرت جهنگ ۾ وياه ڪنهن
پڪرار وات تي ڏس ڏنن ان موجب وڃن ته وري به
اڪٺي وانگر آرام ۾ آهن. پوءِ کڻي سهاڳ ڪيائون ته
ٻاراڻون اسڪل ڪري ڇوٽ لڳا ته اسان کي ٻڪ ۽ اڃ
لڳي آهي. پاڻ ڪريمن فرمايو ته ابا گهر هلي مائي کائو.
تنهن تي ڇوٽ لڳا ته اسان کي هينئر مائي کپي ۽
روئڻ جا آثار پيدا ٿيڻ لڳا. هڪدم جبرائيل اهي آيو
۽ چيائين الله جا محبوب! الله سائين اوهان تي سلام،

ڪان پوء فرمايو آهي ته معصومن کي رئڻ هرگز نه ڏجو.
ڏوهان انهن کي گهر هلي مائي ڪائڻ جو دلاسو ڏنو ته
پر انسان ڪان ڇو لٽا گهرو ۽ يڪدم غيب منجهان پوشتي
ڪاڻو ۽ ماڪي جا پيالا اچي ويا جي معصوم ڪائي
خوش ٿيا.

هڪڙي دفعي حضرت امام سڳورا ڪنهن ڪهي جي
حوڻ همت ويٺل هئا جا بلڪل سڪل هئي. جهڪي
ساٿن رفيق هئا تن چيو ته هن ۾ جيڪر تازيون کجيون
هجن ها ته اسين ڪائي پيٽ پريون ها. جو هينئر ڏاڍي
بک لڳي آهي. پاڻ مرڪي فرمايائون ته الله جي لطف
ڪان اها ڳالهه پري نه آهي، دعا جا هٿ کڻي وڻ ڏي
اشارو ڪيائون ته تازين کجين سان اهو وڻ سبز ڏسڻ
۾ آيو ۽ سڀني خوب ڪائي پيٽ پريو. مطلب ته جناب
سيدالشهدا امام صاحبن تي جيڪو الله جو لطف
ڪرم هو تنهنڪا معجزا ۽ ڪماليت جو ذڪر ۽ داستان
سڄي عمر تائين لکڻ جو ڪم ڪيو ته به پوري ڪين
پوندو. انسان خاڪي کي ڪهڙي طاقت آهي جو الله
ولارن جي ڪماليت جا داستان پورا لکي سگهي، تنهن
ڪري هي اورو مختصر ذڪر رکو مومنن جي خوشي
جي ولدر لاء لکيو ويو آهي.

—○٥○٥○—

ڪان پوءِ فرمايو آهي تہ معصومن کي رئڻ هرگز نہ ڏجو.
ڏوهان انهن کي گهر هلي مائي ڪائڻ جو دلاسو ڏنو ۽
پر اسان ڪان چو لٽا گهرو ۽ يڪدم غيب منجهان پوشتي
کاڌو ۽ ماکي جا پيالا اچي ويا جي معصوم کائي
خوش ٿيا.

هڪڙي دفعي حضرت امام سجورا ڪنهن کهي جي
پوڻ همت وينل هئا جا بلڪل سڪل هئي. جيڪي
ساٿن رفيق هئا تن چيو تہ هن ۾ جيڪر تازيون کجيون
هجن ها تہ اسين کائي پيٽ ڀريون ها، جو هينئر ڏاڍي
بک لڳي آهي. پاڻ مرڪي فرمايائون تہ الله جي لطف
ڪان اها ڳالهہ پري نہ آهي، دعا جا هٿ کڻي وڻ ڏي
اشارو ڪيائون تہ تازين کجين سان اهو وڻ سبز ڏسڻ
۾ آيو ۽ سڀني خوب کائي پيٽ ڀريو. مطلب تہ جناب
سيدالشهدا امام صاحبن تي جيڪو الله جو لطف
ڪرم هو تنهنجا معجزا ۽ ڪماليت جو ذڪر ۽ داستان
سڄي عمر تائين لکڻ جو ڪم ڪجو تہ بہ پوري ڪين
پئجو. انسان خاڪي کي ڪهڙي طاقت آهي جو الله
وارن جي ڪماليت جا داستان پورا لکي سگهي، تنهنڪري
ڪري هي اورو مختصر ذڪر رکو مومن جي خوشي
۽ ولدر لاءِ لکيو ويو آهي.

—०‍٥०٥०—

## باب ٻيو.

# ذڪر شهادت حضرت امام حسن رضي الله تعاليٰ عنه.

امير معاويه پٽ ابو سفيان، جو حضرت نبي ڪريم
صلي الله عليه وسلم جنجي ڏاڍي ۾ عزيز ۽ مجلس جو
صحبتي ۽ اصحابي ۽ ڪاتب الوحي هوندو هو يعني
الله جي درگاه مان جيڪو پيغمبر ڪريم هن کي وحي
جي رستي ارشاد ٿيندو هو انهي لکڻ جو ڪم ڪندو
هو. ڪيئن هڪڙي ڏينهن حضرت جن پيشنگوئي طرح
چيو ته تنهنجو پٽ جمندو جو اسانجي ٻچن کي
ٻي دردي سان کهائيندو ۽ انهنجو خون وهائيندو.
اها ڳالهه ٻڌي هن کي ڊپ ٿيو ۽ گهر اچي سيني
حرمن کي طلاق ڏيئي ڇڏيائين ۽ وري شادي ڪرڻ
جو خيال ئي لاهي ڇڏيائين، پر حق تعاليٰ جي قدرت
جو راز ۽ ڀيد ته ڳالهه ئي ڪا اور آهي. هتي ڪنهنجي
عقل ۽ تدبير جي جاءِ ڪانهي جو تدبير جي ڪوشش
تي تقدير هميشه کلندي رهندي آهي. معاويه کي ڳجهن
عضون ۾ اهڙو ڪو اچي قدرتي مرض ٿيو جنهنجو
علاج طبيبن مقرر ڪيو ته شادي ڪرڻ کان سواءِ ٻيو
ڪوبه ٿي نٿو سگهجي، لاچار هن هڪڙي ڪوجهي
بد شڪل ٻڍي عورت ٻانهي سان صحبت ڪئي،

جنهنڪري تندرست به ٿيو. پر ان کي حمل رهجي ويو.
۽ معياد پوري ٿيڻ ٿي اهو بدبخت يزيد پليت ڄائو.
جنهنجي پليت ۽ ناپاڪ ارادن ۽ ڪارروائين ۽ سازش
سان اهل بيتن سڳورن جا خون وهيا ۽ حضرت امام
صاحبن کي شهادت جو ڏينهن ڏسڻو پيو. يزيد معلون
اڃ ننڍو سپاهي وڏو، آخر بلوغت کي پهتو. معاويه
هنکي ڪنهن پرڳڻي جو حاڪم به مقرر ڪري ڇڏيو.
هو اول درجي جو مفسد، زاني، شرابي، ۽ بد بن فاسق
۽ فاجر هو. داما هنکي ايتري قدر لاڏ ڪري ڇڏيو
جو درجي بدرجي زور وٺي ويو جي چوڻ ۽ ادب
انداز کان به ٻاهر نڪري ويو ۽ هنکي خاص جهڙس
بدبختن جي ٽولي هوندي هئي، جي هنسان سيني
ٻن ڪمن ۾ ساٿ ڏيڻ لاءِ هر وقت تيار هئا، جن
کي خدا ۽ انجي رسول سان ۽ دين جي ڪمن سان
ٺالي جو به واسطو ڪونه هو. انجي مسلمان هئا باقي اسلام
جو ارڪان منجهان ڏري جيترو به ڪونه هو.

سيدنا حضرت علي ڪرم الله وجهه جو حضرت
نبي ڪريم جو سوٽ ۽ چوٿون خليفو هو ۽ خلافت
ٺپري تي حڪمران هو، انجي لاءِ معاويه کي ڪمينه
رنجش ۽ مخالفت دل ۾ رهندي هئي معاويه جو
خيال هو ته حضرت عثمان رضه الله عنه، خليفي جي
شهادت حضرت علي جي اُي سبب ٿي هئي، جو

خيال بلڪل غلط هو. حضرت مشڪل ڪشا تہ ٻاهر
پڇاڙي سوڙ ۽ سنڌن واهر ۾ هئا ۽ ٻنهني ٻئي صاحبزادا
حضرت حسنين سڳورا سندس حفاظت لاءِ ڇڏيا هئا.
انهي ارادي سان تہ جيڪڏهن فسادي امام صاحبن
سان لڙائي ڪري کين شهيد ڪن تہ بہ پرواہ ڪانهي
پر حضرت عثمان غني کي ڪنهن بہ قسم جي تڪليف
نہ پهچڻ گهرجي. پر معاويہ جي دل ۾ وري الٽو ذهن نشين
ٿي ويو هو ان سان اسانجو واسطو ڪونهي. مقصد اهو
تہ حضرت مشڪل ڪشا علي شير خدا خليفي کي
هڪڙي ڪوفي غلام ابن ملجم نالي رهزن نماز پڙهندي
شهيد ڪيو جو گهرو غلام ۽ نمڪ جو پاليل هو.

حضرت علي ڪرم الله وجهہ کان پوءِ خلافت جي
مسند تي حضرت امام حسن رضہ الله عنہ کي خليفو
تسليم ڪيو ويو. پر حضرت امام صاحب هميشہ دنيا
جي ڪاروبار ۽ وهنوار کان بيزار هوندا هئا ۽ سندس
مرضي اها هوندي هئي تہ هن جنجهل کان آزاد ٿي الله
سائين جي عبادت ۾ مشغول رهجي تہ بهتر آهي ؛
صاحب لدني علم جا هئا، کين خبر هئي تہ هن کان
پوءِ خلافت جو ڪهڙو حشر ٿيندو.

امير معاويہ کي جڏهن اها خبر پئجي ويئي تہ حضرت
امام صاحب خلافت جي ڪاروبار هلائڻ جا خواهان نہ

آهن تنهن مهه مڪڙ جو ڇهوري ڇهڻ جي. الهي
ڀاڪي موجب ظاهر ۾ زيارت جي شوق سان ۽
اندروني ڪنهن لموني خلافت کان دستبردار ڪرائڻ
جي ارادي سان امام صاحب ڏن جي خدمت ۾ آيو ۽
پنهنجي مقصد موجب اهڙي زماني جي هيٺائين
مٿاهين جون سرد گرم حالتون ظاهر ڪرڻ لڳو جو
حضرت امام صاحب ته اڳيئي بيزار هئا آقي باقي امير
معاويہ جو رويو ڏسي خوشي سان ڪن شرطن تي
خلافت ڪٽي معاويہ جي حوالي ڪيائون ۽ عام ميڙ ۾
مسلمانن ڏانهن هن طرح مخاطب ٿيا. ته مسلمانو توهان
منهنجي هٿ تي بيعت انهي لاءِ ڪئي هئي ته توهين
صلح توڙي جنگ ۾ منهنجي پيروي ڪندا. آءٌ خدا
پاڪ جو قسم ڪٽي چوانٿو ته منهنجي ڪنهن سان نه
دشمني ۽ مخالفت نہ آهي. آءٌ امن، سلامتي ۽ صلح کي
وڏيڪ سمجهان ٿو. مسلمانن ۾ بي اتفاقي ۽ زير وروڪ
ڪي پسند نٿو ڪريان. آءٌ مسلمانن جو خون هارڻ هرگز
نہ ڏيندس، جو ته مسلمانن جي خانه جنگي ڪري
انهنجي تباهي ٿيندي رهي ٿي. پر اها ڳالهه بدبخت ڪوفين
کي نہ وڻي انهنجو مطلب هو ته امام صاحب ۽ معاويہ
جي وڇ ۾ جنگ لڳي ۽ اسين اهو تماشو ڏسون. تنهنڪري
حضرت امام صاحب جن خلافت تان دست برداري ڪئي
ته اهي پاڻ سندن دشمن ٿي پيا ۽ ڪين ڏاڍيون ڏکليفون

ڏنائون تنهنڪري امام صاحب جن ڪوفي مان لڏي
اچي مديني ۾ رهيا ۽ سمجهيائون ته هي ڪوفي وفادار
ڪڏهين به توڙ وارا نه آهن، جو والد صاحب کي به
تڪليفون ڏيندي ليڪن کيس شهيد ڪيو هئائون
تنهنڪري الڪوفي لائقن جي قول تي عمل ڪري
انهن ڏانهن وري ڪڏهين به ڪو خيال ڪونه ڏنائون
۽ مديني منور ۾ رهي روز مره پنهنجي ناني جي زيارت
ڪرڻ ياد الاهي ۾ مشغول رهندا هئا.

اهڙي وچ ۾ معاويه کي اچي خيال ٿيو ته آءٌ هاڻي
پوڙهو ٿيو آهيان ليڪن مري دنيا ڇڏڻي آهي. آءٌ جيئري
ئي يزيد جا اهڙا پير پختا ڪري وڃان جو منهنجي مرڻ
کان پوءِ هن کي ڪوبه تخت تان لوڏي نه سگهي.
تنهنڪري هو پاڻ ملڪن ۾ گشت ڪري ماڻهن کي
يزيد جي بيعت ڏيڻ لاءِ زور ڪرڻ لڳو. ماڻهو اڪثر
دل ۾ ڏاڍا ناراض هئا ۽ يزيد جا افعال انهن کي پسند
نه هئا، پر حڪومت جي ڊپ ۽ رعب جي ڪري لاچار
انهن کي قبول ڪرڻو پيو ٿي، پوءِ هو مديني
۾ آيو، اتي به ڪيترن ماڻهن انڪار ڪيو.
خاص ڪري وڏا وڏا اڳواڻ هئا تن ظاهر ظهور انڪار
ڪيو. انهن ۾ حضرت امام حسين به هو ۽ معاويه
مديني مان نا اميد ٿي موٽي آيو. اهڙي وچ ۾ يزيد
هميشه پنهنجي يارن سان گڏجي طرح انگلون

ٿيو وڌائيندو هو ته ڪنهن طرح امامن سڳورن ۽ اهل
بيتن کي هن دنيا منجهان اهڙي طرح لڏائجي جو ڪو به
اهڙو ڪو نه رهي جو مون سان خلافت جي لاءِ مقابلو
ڪري. تنهنڪري هن، پهريائين پهريائين حضرت امام
حسن صاحب جي لاءِ تجويزون شروع ڪيون، ته ان
کي ڪنهن طرح زهر جي وسيلي شهيد ڪرائجي. هن
ڪيترا دفعا امام صاحب جن کي زهر ڏيارايو پر سيڪنهن
ڀيري الله تعاليٰ کين امن ۾ رکيو ٿي.

هڪڙو مضيف ڍالي ڪوفي ٻاييت خاص طرح امام
صاحب جنهجي صحبت ۾ جڏيو جو ظاهر ۾ خير خواهه
۽ معتقد هو پر اندروني طرح اها زهر جي نيڪال جي
نوڪري انهي حوالي هئي. جڏهين ٣-٤ دفعا حضرت
امام صاحب جن تي زهر جو اثر ڪارگر نه ٿيو. تڏهين
هن اهڙو خط يزيد کي لکيو ته مون اوهانجا موڪليل
زهر حضرت امام صاحب جن لاءِ ڪم آندا
پر ڪارگر نه ٿيا، تنهنڪري ڪو خطرناڪ زهر موڪليو.
اهو اوٺي سوار کي خط ڏئين هو يزيد وٽ ڪٽي ٿي
ويو. اتان موٽي هڪڙي قاتل زهر جو شيشو ۽ يزيد جو
خط نڪي ٿي آيو. وات تي ڪاوت جي ڪ.ي ڪنهن
ورط هينيان سمهي ٿيو. اوچتو هڪڙو ٻگهڙ آيو جنهن
اچي ان اوٺي سوار کي ڇيري ڦاڙي ڪاڏو. ڪنهن
وقت کان پوءِ حضرت امام صاحب جو ملازم جو ته

ساڳيو رستو وٺي آيو. تنهن الهي سوار جو اهڙو حال
ڏٺو ويو ته پاڻ اٺ تي چڙهي آيو سامان سمورو کڻي
امام صاحب جن کي پيش ڪيو. جان کولي ڏسن ته
ته ان ۾ زهر جو شيشو ۽ يزيد جو خط مضمون جي نالي
ٻول هو. امام صاحب جن اهو خط پڙهي گهڻو غمگين ٿيا ۽
اٽڪل سان اهو ڪٽي مصلي هيٺيان رکيائون، جئن ڪنهن کي
خبر نه پوي. پر هڪڙو موصلي سردار جو اڳ حاضر هو
تنهن اک ڏيٺ سان اهو حال ويٺي ڏٺو ۽ وجهه وٺي
اهو خط پڙهي سموري حقيقت معلوم ڪري حضور ۾
عرض ڪيائين ته يا امام صاحب! اهڙي ماڻهوءَ کي درگذر ڪرڻ
هرگز انصاف نه ٿيندو. پاڻ فرمايائون ته اهو ماڻهو اسان وٽ
مهمان ۽ نبي تي آيل آهي ۽ اسان جي صحبت ۾ رهي ٿو
تنهنڪري واجب نه آهي ته اسين ان کي شرمسار ڪريون. پر تنهن
هوندي به ان موصلي سردار وجهه وٺي ان ضعيف کي
گهرائي چيو ته اي بي حيا تون سمجهين ٿو ته حضرت
امام حسن صاحب حضرت رسول ڪريم ۽ حضرت علي
المرتضي جو جان جگر آهي! توکي ڪهڙو ان کان رنج
پهتل آهي جو تون هي ڪارروايون ڪهڙي طرح ڪري
رهيو آهين ۽ خط ڪيئي ڏيکاريائين. پر ته به پاڻ سعد
انڪار ڪري ويو ۽ چيائين ته موصلي کان خبر ڪانهي
تنهن تي ان موصلي سردار کي اهڙي ڪاوڙ آئي جو
هنکي تمام تڪليفن ۽ ايذائن سان ماري وڌائين جو

سڱو وڃي جهنم ۾ داخل ٿيو. اها خبر يزيد کي پهتي
تڏهين مروان مديني جي حاڪم کي لکيائين ته اسان کان
هاڻي ڪابه تدبير پڄي نٿي سگهي. هاڻي اوهين ڪا
اهڙي اٽڪل ڪيو جو جناب امام صاحب جن کي جلد ئي
شهادت جو جام پيئڻو پوي. هن مروان نامراد گهڻي ويچار ۽
گوڙهي خيال بعد شهر جون چالاڪ ۽ عيار زالون
گهرايون ۽ انهن سان انهي ڪم جي بابت ۾ مصلحت
ڪيائين. انهن مان هڪڙي جاسوسڻي ۾ چالاڪ ۽ وڏي دسترس واري
هئي تنهن انهي ڪم جو ذمو پاڻ تي هموار ڪيو
ته آءٌ حضرت امام صاحب جن کي سندن گهر واري بيبي
جعده هٿان زهر جي وسيلي اهو ڪم پورو ڪنديس.
پوءِ انهي عورت کي مروان بيعت گهڻا پئسا نقد ۽
آئينده لاءِ وڏي انعام جي لالچ ڏيئي اهو ڪم
سپرد ڪيو ۽ هوءِ وڃي حضرت امام صاحب جن جي
گهر واري کي پاسو ڏيڻ لڳي. آن پهريائين ته انهي
ڳالهه جي هام نه ڀري پر پوءِ آهستي ٻب
لهڻ ۽ وڏين ڳالهين پڌرڻ لڳي هيڏو ٻب لهي
ويو ۽ اهو ڪم ڪرڻ قبول ڪيائين. ان ۾ ٣-۴ دفعا
زهر جو حملو حضرت امام صاحب جن تي ڪيو، خدا
۽ رسول وٽ پنهنجي روسياهي ڪري ڏين ۽ دنيا
پٽي و ڪيائين. مگر ايا الجو دءَ نٿي لڳو ۽ حضرت
امام صاحب جن سڀني ڪنهن ڏهي تندرست ٿيندا

ٿي ويا، پر امام گھڻي تڪليف مان لنگھڻون ٿي پيو،
پوئين دفعي هن ڪم بخت عورت جو داءُ ڪارگر ٿيو
جو مقدر ۾ روز ازل جي ڪاتب به ائين لکيو هو.
آخرين دفعي وارو زهر هن رات جو لڪي وڃي امام
صاحب جن جي پاڻي پيئڻ واري ڪوري ۾ وجهي
ڇڏيو ۽ پاڻ کسڪي ويئي. اڌ رات مهل جڏهين
حضرت امام صاحب جن ننڊ مان سجاڳ ٿيا تڏهين
پنهنجي همشيره صاحبن کي جاڳائي فرمايائون ته اڄ
اسان خواب ۾ ناني حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه
وسلم ۽ والد حضرت علي ڪرم الله وجهه ۽ والده
حضرت بي بي سڳوري جن کي ڏٺو آهي ۽ فرمائي
رهيا آهن ته اي فرزند هاڻي تون دشمنن جي
تڪليفن کان جلد ئي آزاد ٿيندين ۽ اسان سان ملندين
سو هاڻي پاڻي ڏيو ته وضو ڪريان ۽ وضو ڪري
اڄ ليڪڻ تي ان ڪوري مان پاڻي پيئڻ لڳا. اچا ٢-٣
ڍڪ به اندر ڪين ويا ته يڪدم دانهن ڪري فرمايائون
ته هي ڪهڙي قسم جو پاڻي آهي، جنهن اندر وڃڻ شرط
اساڻو جگر ٽڪر ٽڪر ڪري ويو آهي. ۽ يڪدم
ڀاءُ حضرت امام حسين کي گھرايائون. جنهن اچي حقيقت
معلوم ڪري گھڻي غمگيني ظاهر ڪئي ۽ ڀاءُ کي ڀاڪر
۾ جهلي حقيقت پڇيائين ۽ پاڻ فرمايائون ته اي
منهنجا جاني ادا! اڄ مون پنهنجي ناني ۽ والد صاحب

۽ والد صاحب جن کي خواب ۾ ڏٺو، جن مون کي بهشت
جي باغن جو سير ڪرايو ۽ فرمايائون ته اي نورچشم تون
سڀاڻي رات اسان وٽ اچي ملندين، هاڻي غم نه ڪر.
انهي خواب کان پوءِ جاڳي پيس ۽ هن ڪوزي مان
پاڻي پيتم. پر ان ۾ زهر نه ڪو قاتل زهر پيل آهي
جنهن مونکي نهايت هلاڪ ڪيو آهي ايتري قدر جو
آءٌ هاڻي باقي ڪجهڙن ساعتن جو اوهانجو مهمان آهيان.
اها ڳالهه ٻڌي حضرت امام صاحب جن گهڻو ڏکويل
ٿيا ۽ دل ۾ ارادو ڪيائون ته اسين به انهي پاڻي مان چکي
ڏسون ته ڇا آهي. سو پنهنجو ارادو چکڻ جو ڪيائون
تهڙو حضرت امام حسن اها ڳالهه سمجهي ورتي ۽
يڪدم ڪوزو ڪڍي هٿ تي ڦٽو ڪيائين، جو پاڻي پيو
۽ زهر زمين تي ڦڪڙي ويو. اهڙي طرح جو اها زمين
سڄي اٻامڻ ۽ جوش ۾ اچڻ لڳي ۽ زمين کي اچي
باهه لڳي.

انهي تي هيڪر گهڻو ڏک ٿين ۽ انهي غم ۾ ولوڙو
ڪندي باقي رات سموري گذري ويئي. ٻئي صبح ٿيڻ
تي امام صاحب کي ڦي آئي، جنهن ۾ رڳا رت جا
ٽڪر نڪتا ۽ سندن جسم مبارڪ جو سڄو رنگ
سائو ٿي ويو. پوءِ امام صاحب جن فرمايو ته الا سائين
جن معراج جي رات جي ذڪر ۾ اسان کي هي
ٻڌايو هو ته مون بهشت ۾ گهمندي ٻه ماڙيون ڏٺيون

جنهن هكڙي جو سڀو سائو رنگ هو ۽ ٻي جو
ڳاڙهو رنگ هو. مون فرشتي کان انهن جدا جدا رنگن
جو احوال پڇيو پر هو خاموش ٿي كنڌ كٺي هيٺ
كيو ۽ مونكي ڏاڍي حيرت لڳي. وري پڇيو مانس
جو جواب لئا ڏيو ۽ خاموش رهڻ جو مقصد كهڙو آهي.
تڏهن حضرت جبرئيل ورندي ڏني ته هنكي ٻڌائيندي
حياء ٿو ٿئي، آءٌ ٻڌايان ٿو ته هي ٻئي ماڙيون
حضرت امام حسن ۽ حسين رضي الله تعاليٰ عنه لاءِ
آهن ۽ سندن رنگ جو هي سبب آهي جو حضرت
امام حسن صاحب زهر جي سبب شهادت جو پيالو
پيئندو تنهنكري سندس ماڙي جو رنگ سائو آهي
۽ حضرت امام حسين صاحب كربلا جي ميدان جي
جنگ ۾ شهيد ٿيندو تنهنكري سندس ماڙي جو
خون جهڙو رنگ ڳاڙهو آهي. پوءِ ته سيني حرمين
پاكن ۾ اهي روح راڙو پيو، امام صاحب زهر جي
لاءِ دريافت كئي ته ڀلا اهو كنهنجو كم آهي تڏهن
پاڻ فرمايائون ته ادا مونكي ان كم بخت انسان جي
خبر آهي جنهن هي كم كيو آهي پر پنهنجي وڏن
مان اهڙو پڙدي جي اگهاڙ جو كم نه نانا سائين ۽ نه
بابا سائين ۽ نه والده صاحب جن كان ٿيو آهي تڏهن
مونكي به مناسب نه آهي ته آءٌ هي راز كولي

ڪنهنجو پردو ظاهر ڪريان. پيارا پاٽ جڏهين ته هي
ڪم سڀ الله تبارڪ وتعاليٰ جن جي رضا ۽
مقدر جي لکئي موجب جئين ليکو هو تئين ٿيو آهي
تڏهن اسين پٺي ڪنهن تي ڏوه رکون اهو پنهنجي
خالدان جو ورثو نه آهي. الله تعاليٰ سڀ ڪجهه ڏسي
وائسي ٿو اهو قادر مطلق ۽ هر ڪنهن کي جزا سزا
ڏيڻ وارو آهي باقي کي ورڪي نه عفو ۽ بخشش جو
طريقو ڪيو، جو پنهنجي خالدان جو شيوو آهي. پوء
اڪيلائي ۾ حعده کي گهرائي چيائين ته تو جا مون
سان هيڏي بيوفائي ۽ گناه ڪئي آهي تنهن لاءِ مون
ته تنهنجو ڪوبه قصور ڪونه ڪيو هو توکي پيو ته
الله ڪونه ٿيو، الله جو نه شرم ۽ حياءُ تو ڪونه ڪيو
۽ دنيا جي چند ڏينهن جي آرام لاءِ تو پنهنجو دين
۽ ايمان وڃايو. پر ياد رکج ته تنهنجي من جي مراد
ڪانه پوري ڪاله اينديءَ باقي منهنجو ورثو نه آهي ته
تنهنجو پردو اگهاڙو ڪريان. مون پنهنجي طالب پاٽ کان
به اها ڳالهه لڪائي آهي هاڻي توکي کپي ته هتان
يڪدم نڪري هلي وڃ متان ڪنهن کي ڪو گمان
پوي ۽ توکي ڪا تڪليف پهچي. پوءِ حعده اتان
هلي وئي، اهڙي ڪنهن خدائي طوفان جي اولڙاهي
۾ ڪم ٿي وئي جتان وري اڄ تائين به ڪونه پيو.
جڏهين ٥ ماه ربيع الاول جمع جي رات اڌ رات جو

وقت هو تڏهن سڀني عزيزن قريبن کي جمع ڪري
پنهنجي ڀاءُ حضرت امام حسن کي ڪولي پاڻ وٽ
وهاري انهن کي وصيتون ۽ نصيحتون ڪرڻ لڳو ته
هي سڀ حرم سڳورا ۽ پاڪ بيبيون ۽ ٻچا توکي
سپرد ڪيان ٿو ۽ پنهنجي فرزند حضرت امام قاسم جي پالڻ
جهلي اها هٿ ۾ ڏنائينس. هي ٻوڪي پرتو آهي ۽ جيڪا
به اوهان ڏانهن شفقت لئي سگهي ان کان هن کي نه
وسارجو. دنيا سان دل نه لڳائجو ڇاڪاڻ ته اها
ڪڏهن نه آهي رهيو لڳي ۽ ثابت جو ڏينهن ٿوري وقت
لاءِ آهي. الله جي عبادت ۾ هر وقت مشغول رهجو
منهنجي تربت تي سگهو سگهو پيا اچجو پوءِ حضرت
امام حسين رحمة الله عليه پاڪر ماڻي زار زار روئي ڀاءُ
کان موڪلايو ۽ عرض ڪرڻ لڳو ته اي منهنجا پيارا
ڀاءُ خاطري ڪريو هي اولاد ۽ حرم پاڪ سمورا منهنجي
جي سر سان آهن اوهين جي هر وقت منهن جي روح
جي راحت ۽ منهنجي دل جو ڏيئو هئا سي ٻ. هينئر
موڪلي هيڪلو رڻ ۾ ڇڏي وڃي وڃو سان گڏجو
ٿا رکو موڪلي هتي ٻي ٻار ۽ ٻي مددگار ڇڏي وڃو
ڳاه اڄ منهنجو حال ان فراق جي قتيل ڪولج جهڙو
آهي جا پنهنجي وڇڙ کان ڇڏي ڏار ٿيڻ تي پنهنجي
ساٿين جي فراق ۾ روئڻ ۽ ڪيڙون ڪري رهي
آهي. اوهين جڏهن پنهنجي ناني ۽ والد ۽ والده

جي خدمت ۾ وڃو ته ڏهين روئي منهنجا ٻه لک لک سلام
۽ پيغام عرض رکجو ۽ ڪين چئجو ته آءٌ ويچارو ۽ اڪيلو
هئس رهيو پيو آهيان هاڻي مونتي ٻه ڪرم ڪري
مولڪي ٻه پنهنجي وڪر پهڙو ڪهو ته آءٌ ٻه اچي ڳڏجان.
پوءِ هڪ ٻئي کي وصيتون ڪندي روئي موڪلايائون.
حضرت امام صاحب ڪلمون پاڪ پڙهيو ۽ سندن روح
مبارڪ هن دغا باز ۽ بي وفا دنيا جي جنجل کان
آزاد ٿي وڃي بهشت برين ۾ واصل ٿيو جتي پنهنجي
نالي ۽ پنهنجي ڀاءُ ۽ پنهنجي والده حضرت سيدة
النساء بي بي فاطمه الزهرا رضي الله تعاليٰ عنه جن
سان مليا. پاڻ جيئري وصيت ڪئي هئائون ته حضرت
بي بي عائشه صاحب کان اجازت گهرو ته مولڪي پاڻ
ڪريم جي پاسي ۾ جاءِ ملي. بي بي صاحب جن
مهرباني ڪري اهڙي اجازت ڏني پر مروان پليت
اچي ٻه پنهنجي پليتي ڏيکارڻ لاءِ منع ڪئي ته اتي
نه رکبو. حضرت امام صاحبن ڏٺو ته مفت خونريزي
ٿيندي تنهنڪري ان مهل ۾ ٻه صبر ڪري حضرت
امام صاحب کي جنت البقيا ۾ رکيائون. اهڙي طرح
الله الله جي پيغمبر جو لاڏلو دين ۽ دنيا جو سچو
سهنگار اسان عليصين ۽ گنهگار پالڻ جواڄهو، رسول جي
دين کي زلده ۽ روشن رکندڙ آفتاب هڪ اهڙي ۾
غروب ٿي ويو قالو انا لله وانا اليه راجعون. معاويه کي.

تي اها خبر پهتي تڏهين ظاهر ۾ ارمان ڪيائين ۽ حضرت
تي گهرائي ان کان خبر ورتائين حضرت پاليو ته مون جو
سندس پٽ يزيد جي چوڻ موجب اهو ڏو ڪم ڪيو
آهي سو معاويه بڌي خوش ٿيندو تنهنڪري ڏيئي
شد مد سان پنهنجي سورهيائي ظاهر ڪري چوڻ لڳي
ته اوهان جي فرزند جي چوڻ موجب اهو ڪم مون ڪيو
آهي. تنهنڪري دل ۾ ته خبر نه آهي ته ڪيترو
ارادو ۽ هوس پر ظاهر ۾ ان کي گهٽي سزا ڏيارائين،
پر جنهن پڻ بخت جي سازش سان هي سمورو فساد
ڪرڻ لڳو جنهنجو اهو لٽيرو لڪيو تنهن لاءِ ڪجهه
نه ڪيائين يعني يزيد خواه مروان لعين توڙي ٻيا
الهنجا جوڙيوال جنهن منصوبن جي هنڪي خبر نه هئي
پر انهن کي ڪجهه نه ڪيائون ۽ لڪي ڇپائين.

اسان کي حق نه اهي رکي اسين ڪي منصف پا
مجمع آهيون جو معاويه يا ڪنهن اي تي ڪا پنهنجي
فتوي جاري ڪيون اهو قاضي اڄوڻ جو ڪم جنهنجو
آهي سو پاڻهي محشر ڏينهن پاڻ اچي قاضي ٿي عدالت
ڪندو پوءِ اتي پاڻهي اچا ڪارا ظاهر ٿيندا. اسان کي ته
رکي حقيقت پيش ڪرڻي هئي.

اي منهنجا رب تون اسان گنهگارن کي مهابي محمد
صلي الله و سلم ۽ آل محمد صلي الله عليه و سلم

جي پناه ۾ رکي ۽ شهيدن سڳورن جي محبت ڏي،
۽ هل! اسانجي سموري حياتي حسين سڳورن شهيدن
ڪربلا جي غم ۾ ئي بسر ٿئي. اهڙي آزاد صوفي جو
ايمان آهي تنهن تي اي مولا پاڪ موڪلي ۽ سڀني
مسلمانن کي قائم رکي ۽ توفيق ڏي ته شهيد ڪربلا
جو روضو مبارڪ جهڙي اکين سان ڏسي پنهنجي دل
جو حال پڌائي پنهنجو دم الهنجي ڏاڙي ۾ بسر ڪيون.
اللهم صلي علي محمد و آل محمد وبارڪ و سلم صلوات.
و جنت ۾ حسن و حسين رضي الله عنه و لعنت يزيد.
لعنت الله علي الظالمين.



# سيدنا حضرت امام ابي عبدالله الحسين سيدالشهداء ڪربلا رضي الله تعاليٰ عنه

## باب ٣

## (ولادت با سعادت جو ذڪر ۽ اوائلي زندگي).

سيدنا حضرت علي ڪرم الله وجهه ۽ حضرت سيده النساء بي بي فاطمة الزهرا رضي الله عنه جن جو ٻيو فرزند دلبند جگر پيٽن جو ٺار ۽ رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جنهجو لاڏلو ۽ نور چشم نواسو سيدنا حضرت امام حسن رضي الله تعاليٰ جنهجو هڪ سال عمر ۾ ننڍو ڀاءُ جنهنجو اسم مبارڪ سيدنا حضرت امام ابي عبدالله الحسين رضي الله تعاليٰ عنه هو سي مديني منور ۾ خميس جي ڏينهن تاريخ ۴ ماه شعبان سن ۴ هجري ۾ تولد ٿيا. پنجتن پاڪ جو هڪ فرد ۽ چوڏهن معصومن مان پنجون معصوم ۽ امامن ۾ ٽيون امام آهي، سندن خاص خطاب هئا. سندن ولادت با سعادت جي خوشي نه رڳو والدين شريفين ۾ هئي پر پري پري پنڌ تان ماڻهو هلي مبارڪ بادي ڏيڻ آيا هئا ۽ خود الله تبارڪ وتعاليٰ جلشانه پنهنجي محبوب ڏانهن صاحبزادي سڳوري جن جي

ٿولد ٿيڻ تي مبارڪ بادي ۽ ان سان گڏ تعزيت جي
پيغام جو به اظهار ڪيو. جنهنجي ٻڌڻ سان پاڻ ڪريمن
مبجورن کي خوشي به ٿي ۽ ان سان گڏ تعزيت جو
ذڪر به ٿيو. جبرئيل عليه السلام ٻڌايو ته يا رسول الله
صلي الله عليه وسلم جنهن هنڌ تي اڄ شهزادي کي
اوهين چميون ڏيڻ فرمايو ٿا اهو هنڌ ڪنهن وقت
ڪربلا جي ميدان ۾ تلوارين جي زخمن ۽ گهاون سان
مجروح ۽ خون آلود هوندو ۽ سر مبارڪ تن کان
ڌار هوندو. اها ڳالهه ٻڌي پاڻ ڪريم گهڻو فڪر ۽ غم
۾ ليا. سندن غمگيني تيه حضرت علي ڪرم الله وجهه
۽ حضرت بي بي صاحبه جن احوال دريافت ڪيو.
پاڻ جبرائيل جو ٻڌايل احوال سر بسر ڪري ٻڌايائون
جا ڳالهه ٻڌي بي بي صاحب جن کان درد ناڪ دانهون
نڪري ويئي ۽ جڏهين حضرت جن اهو به ظاهر ڪيو
ته اسين يا حضرت شاه يا بي بي صاحبه جن به ان
وقت ۾ ڪين هونداسين. تڏهين ته هيڪاري درد ڀرين
دانهن سان روئي پيئه کي عرض ڪيائون ته اي بابا
منهنجو مظلوم غريب ۽ شهيد ٿيڻو جي اهڙي وقت
۾ شهيد ٿيندو ته ڪير ان لاء افسوس ڪندو رئندو يا
غم جون رسمون بجاء آڻيندو. بي بي صاحبه جنهي
هن رقت آميز سوال تي حق درگاه مان غيبي آواز
ٿيو ته اي منهنجي مٺي محبوب پيغمبر پاڪ جي پاڪ

۽ محترم لحاظي ڪون غم نه ڪر اوهان جي خاندان کي
انسان هر حالت ۾ گهريو آهي ۽ ان کي برگزيده ڪيو
آهي. اوهانجي صاحبزادي معصوم پاڪ جي شهادت جي
غم ۾ انسان توڙي حيوان ٻئي ٻڪٽ، جن، ملائڪ حورون
پريون زمين آسمان وڻ ٽڻ مطلب ته ساري ڪائنات
روح ۽ ماتم ڪندي. نه رڳو ڪنهن هڪڙي وقت تي
پر هر سال جي انهي مقرر وقت تي ۽ نه رڳو ڪنهن
مقرر مدت تائين پر ڏينهن قيامت تائين جيسين ڪ هي
ڪائنات جو چرخو هلندو ايندو تيسين هن شهادت جو
غم ۽ ماتم هردم تازو رهندو. چوڻ ۾ اچي ٿو ته هي
جيڪا سج لهڻ ۽ اڀرڻ وقت هر روز صبح شام جو آسمان
۾ سرخي ڏسڻ ۾ اچي ٿي سا به شهيدن سڳورن جي خون
ماتم جي نشاني آهي.

حضرت امام حسين جي حسن ۽ سونهن جي ڪهڙي
ڳالهه ڪجي جا چوڏهين جي چنڊ کي شرمسار ڪندڙ
هئي. سندن همت شجاعت، سخاوت رياضت، صبر شڪر،
ذڪر فڪر جي باري ۾ هن ضعيف انسان کي هرگز
طاقت ڪانهي، نه تقرير جي طاقت آهي نڪا تحرير جي
طاقت آهي جو سندن فضيلتن ۾ بزرگي جو ظاهري يا
باطني بيان پوري طرح ڪري سگهي. پر ڪي ڪجهه
مختصر بيان اڳتي سيدنا حضرت امام حسن رضي الله عنه
جن جي ذڪر ۾ ڪيو ويو آهي سندن شهادت جي

۽ نسبت ڪيترن موقعن تي پاڪ ڪريمن پيغمبرن جي
رستي فرمايو هو ته امام صاحب ڪهڙي طرح تڪليفن
۽ ڏکن سهڻ سان بيڪسي ۽ بيچارگي جي حالت ۾ ڪيئن
هٿان شهادت جو پيالو پيئندا. حضور جن هميشه فرمائيندا
هئا ته آءٌ ۽ حسين هڪ آهيون. حسين جو دوست
منهنجو دوست آهي حسين جو دشمن منهنجو دشمن آهي.

حضرت امام صاحب جن سر مبارڪ کان ڪمر تائين
پنهنجي والد بزرگ سان تشبيهه رکندڙ هئا ۽ ڪمر کان
پيرن تائين پاڪ ڪريمن سان هم مشابهه هوندا هئا. زهد
تقوي حلم ۽ حيا، جود ۽ سخا گناهن جي معافي ڏيڻ
بردباري، دانشمندي عبادت الاهي علم ظاهري علم
باطني ۾ ماهر ۽ پورا واقف هئا شريعت طريقت حقيقت
معرفت جي سڀني رستن کان باخبر هئا تواضع مهمان
نوازي غريب پروري مظلومن جي داد رسي ضعيفن جي
حمايت سائلن جي سوال جي پوري واري مطلب ته
هر هڪ خوبي ۽ فضيلت ۾ پنهنجي ڀاءُ حضرت امام حسن
۽ والد حضرت علي ڪرم الله وجهه جو زنده تمثيل هئا.
پر صبر شڪر غيرت حميت نالي جي دين جي حمايت
لاءِ ته بلڪل بي نظير هئا. حق تعاليٰ کين هيڏي ساري
آزمائش ۽ امتحان ۾ مبتلا ڪيو المان جنهن نموني جرئت
۽ همت سان لنگهي پار پيا انجو نظير ڪٿهن به دنيا جي

ٻئي مذهب جو پالڻهار يا ڪابه ڏاها هي تاريخ پيش
ڪري نه سگهندي. الله تبارڪ و تعاليٰ جو منجهس ڪرم
۽ لطف اهڙو هو جو جنهن رات تولد ٿيا ان رات
حضرت جبرئيل مبارڪبادي لاءِ حضرت نبي ڪريم صلي
الله عليه وسلم جن ڏانهن آيو هو. واٽ تي هڪڙو
مقرب فرشتو فطرس نالي ملڪ جو غيرت درگاه الاهي
جي سبب ڏورانهين هيٺ آيل هو ۽ آسمان تي وڃڻ کان
روڪيل هو جو پر سڀ سڙي ويا هئا تنهنڪري زمين
تي پيو رُلندو هو. ان جبرئيل کان اها حقيقت پڇي ته
اڄ رات سردار حسين عليه السلام جي تولد جي رات
آهي تنهنڪري ارادو ڪيم ته آءٌ به وڃي ان محبوب
جي زيارت ڪريان شايد الله سائين مونتي راضي ٿئي.
پوءِ هو جبرئيل سان گڏجي ٻاڻ ڪريمن جي حضور ۾
آيو ۽ سمورو واقعو جو عرض ڪيائين. پاڪ ڪريم رحمت
جو گهر هئا. فرمايائون ته حسين عليه السلام جا پير
مبارڪ پنهنجي بدن سان مهٽ. هن ائين ڪيو الله
تبارڪ تعاليٰ پنهنجي محبوب جو شان رکڻ لاءِ ان فرشتي
کي معافي ڏني ۽ ساڳيءَ طرح مقرب ملائڪن ۾ شمار
ٿيو ۽ آسمان تي ويو. جڏهين ڪربلا جي لڙائي جو وقت
هو تڏهين عرض ڪيائين ته مونکي اجازت ملي ته
حضرت امام صاحب سان پنهنجو فرشتن جو لشڪر وٺي
وڃي مدد ڪريان. درگاه الاهي مان حڪم ٿيو ته ان

راز کي ٽن ته پروڙي سگهندا هن. باقي جي ٽنهين مرضي آهي ته حسين عليه السلام جي مرقد مبارڪ تي شهادت بعد فرشتا وٺي پاڻي وڃي گرڻ ڪجو. جيترا ڳوڙها ڳاڙيا ويندا اوترا گنهگار انسان معافي جي دفعي ۾ شمار ڪيا ويندا.

ڪتابن ۾ روايت آهي ته هڪڙي دفعي ڪن ڇوڪرن پڻي راند ڪئي. حضرت پيغمبر ڪريم انهن جي لنگهيا ۽ هڪڙي ڇوڪري کي پاڪر ۾ وٺي مٿس پاڻهه جا هٿ گهمايائون. اصحابن سڀني کي ڏاڍو عجب لڳو ۽ ان جو سبب پڇيائون. پاڻ فرمايائون ته هن ڇوڪر کي مون حضرت امام حسين سان راند ڪندي ڏٺو هو ۽ ڏسندو هوس ته هي امام صاحب جي پير جي خاڪ کڻي پيو اکين ۾ پائيندو هو. الهي ڪري هي ڇوڪرو مولڪي پيارو آهي. آءٌ هنکي ۽ سندس مائٽن تي روز قيامت جي شفاعت ڪندس. هڪڙي دفعي هرڻي جو ٻچڙو ڪو شڪاري کڻي آيو جو ان وقت حضرت امام حسن پيٽل هو ان کي کڻي راند جي لاءِ ڏنائون. جڏهن امام حسين آيو تڏهين ان به اهڙو ٻچڙو گهريو. پاڻ ڏاڍا حيران ٿيا امام صاحب رئڻ جو لمولو ڏيکارڻ لڳا ته اتري ۾ هڪڙي هرڻي ٻچو وٺي ڊوڙندي آئي ۽ عرض ڪيائين ته يا رسول صلي الله عليه وسلم مولڪي الاهي حڪم ٿيو آهي ته هي ٻچو

وڃي حضرت امام حسين کي ڏي ڇڏين روئي ڏ، جي
ڪو گهوڙو هن وقت سندس اکين مان ڪريو ته زمين
آسمان ۾ لرزش پئجي ويندي. خداتعاليٰ کي منظور ڏ.
آهي ته حسين ڪنهن غم جي ڪري ڪو گهوڙو ڳاڙهي.
پاڻ شڪرانو ڪري اهو اچڙو ولي حضرت امام حسين
کي ڏنائون جو ولي خوش ٿيو ۽ اهو سڀ احوال وڃي
بي بي صاحب جنگي ٻڌايائي.

هڪڙي ڏينهن ابي بن ڪعب حضرت جن وٽ
موجود هو ان وقت حضرت امام حسين جن آيا. پاڻ
فرمايائون ٻلي آيا اي عرش ۽ زمين جا سينگار! مرحبا
يا ابا عبدالله زين السموات والا ارض. ابي بن ڪعب
سوال ڪيو يا رسول الله صلي الله عليه وسلم اوهان ڪانسواءِ
ٻيو ڪير عرش ۽ زمين جو سينگار آهي. پاڻ فرمايائون
قسم آهي مونکي ان رب پاڪ پيغمبر ڪئي جو شرف
ڏنو. مون کان پوءِ حضرت امام حسين عرش ۽ زمين جو
سينگار آهي. اهو نالو عرش عظيم تي لکيل آهي. جنهن
ته امام صاحبن جو حسين نالو به رب تعاليٰ جي حڪم
موجب وحي جي ذريعه رکيو ويو هو. هڪڙو اصحابي
سڳورو هميشه سفر ۾ هوندو ۽ ڪجهه شيون حضرت
امام صاحبن لاءِ تحفي طور ڪٺي ايندو هو پوءِ جڏهين
مسافري تان موٽندو هو تڏهين حضور ۾ اچي وهندو
هو ۽ صاحبزادا پڻ هنج ۾ اچي ويهندا هئس ۽ کيسي.

ـمان اهي شيون کيڏي ڪاڻيندا هئا. هڪڙي ڏينهن
جبرائيل سڳورو الهي اعرابي جي شڪل ۾ اچي حضرت
جن وٽ ويٺو ۽ صاحبزادا ان کي اهو اعرابي سمجهي
اچي سندس هنج ۾ ويٺا ۽ ڪيسا ڳولڻ لڳا. پاڻ سڳورن
وهڻ ۽ ڪيسن ڳولڻ جي منع ڪئي، جو ته حضرت جن
کي معلوم هو ته هي ملائڪ سڳورو آهي متان صاحبزادن
کان ڪا بي ادبي ٿئي. پر جبرائيل عرض ڪيو رسول الله
صلي الله عليه وسلم متان ڪا صاحبزادن کي منع ڪئي
اٿو. آءٌ عرش عظيم کان ڪيترا ڏينهن الله پاڪ جي
حڪم موجب زمين تي اچان ٿو، جيڪڏهن بي بي
صاحب پاڪ معصومن کي پينگهي ۾ سمهاري پاڻ ڪنهن
وقت آرام ڪندا آهن ۽ لوڏي نه ملڻ ڪري شهزادا
آواز ڪندا آهن، ته آءٌ پينگهي کي لوڏي کين ننڊ
ڪرائيندو آهيان، ته متان بي بي صاحب ننڊ مان جاڳي
پوي ۽ سندن آرام ۾ خلل پوي، الهيءَ ڪري پينگهو
ويٺو لوڏيندو آهيان. تنهن کان پوءِ بي بي صاحب، جن
کي جنڊ پيهندي لڪ ۽ اڪيلائي سبب ننڊ ڪٺي
ويندي آهي ته آءٌ جنڊ پيهڻ جو ڪم به ڪندو آهيان
اهڙي حالت ۾ شهزادا جي منهنجي هنج ۾ ويهندا ته
ڪهڙي حرڪت آهي پر فڪر مون کي رڳو هن ڳالهه
جو آهي ته جڏهين مون کان ڏرل گهرندا تڏهين آءٌ
ڪٿان ڏول ڪين ڏيان. پاڻ فرمايائون ته هو اعرابي

سڳورو ڪين ميوا ڏيندو هو، تنهن تي جبرئيل بهشت
جي باغ مان انگورن جا ڇڳا ڇني ڪٽي ڪيسي ۾ وڌا ۽
معصومن هميشه جي عادت موجب اهي دٻ وجهي
ڪڍي ورتا اينري ۾ هڪڙي فقير اچي سوال ڪيو
تہ مون کي خدا جي واٽ ۾ انهن ميون مان کارايو ؛
صاحبزادن ان کي ڏنا ٿي. پر جبرئيل منع ڪئي تہ
اهو شيطان آهي ان کي جنت جا ميوا حرام آهن. پوءِ
معصومن کي بہ سچي خبر پئي تہ حقيقت ڇا آهي
۽ خوشي سان ميوا کائڻ لڳا ۽ شيطان ڌڪو ٿي
هليو ويو.

هڪڙي دفعي عيد جو ڏينهن آيو ۽ صاحبزادن
بابا ڪريم کي چيو تہ نانا جيئن ٻين ٻارن عيد جي
ڏينهن سٺا ڪپڙا ڪيا آهن تيئن اسان کي بہ ڏيو.
بابا ڪريم ويچار ۾ ئي هئا تہ جبرائيل عليہ السلام بهشت
مان ٢ وڳا اڇي رنگ جا نوراني ڪٽي آيو ۽ اچي
ڏنائون. پر صاحبزادا چوڻ لڳا تہ سڀني ٻارن جا ڪپڙا
رنگين آهن. اسان کي بہ رنگ جا ڪپڙا اسين اڇا
ڪوہ ڪنداسون. تنهن تي هڪڙي کي ساوو رنگ
۽ ٻي کي ڳاڙهو رنگ جبرئيل ڏئي معصومن کي ڏنا.
حضرت جن انهيءَ جو سبب پڇيو تہ ڏهين جبرئيل
عليہ السلام معراج جي رات بهشت جي ماڙين ڏانهن ڌيان
ڇڪايو تہ اوهان ڪوہ ڏٺو تہ صاحبزادن جي لاءِ

بهشت ۾ ٻه ماڙيون ٻه انهيءَ رنگ جون ڏٺيون ان جو
ٻه مقصد اهو هو ته هڪڙو صاحبزادو زهر وٺي
شهادت حاصل ڪندو ۽ ٻيو رت ۽ خونريزي سبب
شهيد ٿيندو.

حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وسلم هڪڙي
ڏينهن نماز بعد دعا گهري ته رب منهنجا حضرت امام
حسن ۽ حسين تي جيڪو درگاه الاهي جو ڪرم ۽
لطف آهي، اهڙي مهاني منهنجي گنهگار امت جو ٻه
بخشش ۽ ڇوٽڪارو ٿئي. درگاه مان آواز آيو ته اي
منهنجا محبوب جيترا ٻنهي صاحبزادن جي وجود مبارڪ
تي وار مبارڪ آهن ان هڪ هڪ وار جي عوض اوترا
هزار گنهگار توهان جي امتين کي آءٌ بخش ٿو ڪريان.
تڏهن حضرت ڏاڍو خوش ٿي درگاه الاهي ۾ شڪريو
ادا ڪيو. هن قسم جا مناقبا ۽ معجزا ته لکندي جيڪر
ڪتاب ٿي پون.

هن مان رکڻو اهو ذهن نشين ڪجي ٿو ته امام
سڳورن رضي الله عنه جنهن الله تعاليٰ ڪيڏو شان ۽ مرتبو
رکيو هو. تنهن هوندي به ڪي اهڙا بدبخت ۽ پليت
هئا جن ناحق کي ڪلمه گو مسلمان ڪوٺايو ٿي، مصحف
شريف هر وقت سندن ڳچيءَ ۾ لٽڪيل ۽ رات ڏينهن
قرآن شريف جو دور پڙهندا هئا ۽ ڏينهن جو

جناب حضرت امام صاحبن سان جنگ ڪندا هئا ۽ پاڻ ۾ ڪاتڪ جي ٻنڌش جون تڪليفون ڏيندا هئا، جنهن جو هن ڪان بوءِ چڱي طرح بيان ڪيو ويندو.

الله سائين! شال سڀني مسلمانن مومنن کي حضرت اهل بيت اطهر جي حب ڏئي جنهن ئي صدقي ۽ جنهن ئي وسيلي قيامت جي ڏينهن گنهگارن کي ڇوٽڪارو ملندو ۽ ڏئي شال سڀني مسلمانن جي قيامت موچاري ڪري! اللهم صلي علي محمد و آل محمد وبارڪ وسلم صلواة و جنهن بر حسين اعنت ابو لد.

## باب ٤

## در بيان شهادت سيدنا حضرت امام حسين عليہ السلام درميدان ڪربلا.

هاڻي هن باب ۾ سيدنا حضرت امام حسين عليہ السلام جنهن شهادت جو ذڪر ڪيو ويندو ۽ تہ اهي ڪلمہ گو مسلمان جي ذرق ۾ ڏيک لحازي، هتن ۾ دڳهون تسبيحون ۽ ڪيچ ۾ قرآن شريف ڏئي ڪانڻ اهل بيت اطهر سان بي گناه دستور ڪري وڙهيا ۽ ڪهڙي بي دردي سان الهن کي اڃ او ڪهو رکي ڪيا وڏا معصوم ڪمر ٻهاڪ قلن جوڙا پوڙا امام زادا ڪئين شهيد ڪيائون.

هجري سن ٥٦ ۾ معاويه دمشق جو بادشاه پيرسن
اڳي ئي هو ۽ خبر به هئس ته سندس اهس ۽ بدبخت
ناخلف پٽ يزيد ڪيڏو صالح ۽ سياڻو آهي. پر ڪيڏو
نه خراب اولاد هجي ته به پنهنجو اولاد هر ڪنهن
کي مٺو آهي.

انهي ڪري ڪوشش ڪرڻ لڳو ته ماڻهن کي
ڪي منفعت سان ۽ ڪي رعب سان قبول ڪرايان ته
ڪائولس پوءِ سندس پٽ يزيد کي اميرالمومنين ۽
وقت جو خليفو ڪري، سندس هٿ تي بيعت
ڪري. بهرحال ته هن سڀ ماڻهو جيتري قدر
ٿي سگهيو اوتري قدر پاڻ وٽ گهرائي انهن
کي نرميءَ سان ۽ ڪي گرميءَ سان انهن تي رعب
وهاري قبوليت ورتي ته سندس مرڻ کان پوءِ يزيد
کي خليفو ڪري مڃيندا.

پوءِ هو مديني منوره ۾ ويو پر اتي هن جي دال نه
ڳري، مديني منوره، بغداد شريف مٿا زرم ۽ مڪي معظمه
جي باشندن اها ڳالهه نه مڃي. هنن جو چوڻ هو ته
حضرت امام حسين عليه السلام جي زندگي ۾ اهي
ڪنهن کي به مجال نه آهي جو خلافت جي مسند تي
ويهڻ جو مستحق سمجهيو وڃي.

هڙي پلاري ۽ خلافت جي صحيح ۽ حقي وارث
کي ڇڏي اسين هڪڙي شرابي، زاني، فاسق ۽ بي دين
جي تابعداري هرگز ڪين ڪنداسون. انهي هوندي به،

ڪن ٻين ماڻهن کي ڪنهن نه ڪنهن نموني [illegible]
۾ حضرت امام حسين رضي الله عنه، ٻيو عبدالله ابن
زبير ٽيون عبدالله ابن امير عمر رضي الله تعاليٰ عنه
چوٿون حضرت عبدالرحمان بن حضرت ابابڪر صديق
رضي الله عنه، پنجون ابن عباس، انهن بلڪل قبول نه
ڪيو. الوقت معاويه موٽي دمشق ۾ آيو. سن ٦٠ هجري
سن ۾ بيمار ٿيو ۽ مرض سندس يقيني نظر ۾ آيو.
تنهن يزيد بدبخت کي گهرائي ان کي وصيت ڪئي
ته ڏس اڄ هاڻي دنيا مان وڃان ٿو، موت جو [illegible]
[illegible]. اهل بيت يعني حضرت رسول ڪريم صلي الله
عليه وسلم جي اولاد سان ساڻهن ٿي ڪڏهن به خواه
مخواه مقابلو نه ڪجي. جو مون کي حديثن مان معلوم
آهي ته هن دنيا ۾ جيڪو امامن سڳورن سان سچي
دل سان محبت ۽ پيار رکندو سو آخرت ۾ بهشت جو
حقدار ٿيندو ۽ جيڪو مقابلو ڪندو يا انهن ڏانهن
بدنيت رکندو سو جهنم ۾ هميشه لاءِ جاءِ جوڙيندو.
تنهنڪري اي يزيد مون توکي بادشاهي ڏني آهي ۽
گهڻا ماڻهو تنهنجي تابعداري هيٺ آندا اٿم، ان ۾ رڳو
٥-٤ ۽ ٻيا ڪي ٿورا ماڻهو تابع ٿيڻ نٿا چاهين. تون
انهن کي ڇڏي ڏج ۽ انهن سان هرگز ڪو مقابلو نه
ڪج ۽ انهن سڀني ۾ حضرت امام حسين جو وڏو ڪ
خيال ۽ احترام ڪج جو ڪوي ۽ [illegible] وارو آهي ۽

اُن کي خلافت يا حڪومت جي ڪابه پرواه نه آهي
۽ جيڪڏهن توسان جنگ ڪري. تون واقع
هجين ته به ڇڏي نه ڇالس ۽ مديني منور ۾ وڃين ته
نذرانو سندس پيش ڪج ۽ سندس هر ڪاب ڳج.
چاڪاڻ ته مون پاڻ ڏٺو هو ته حضرت رسول خدا صلي
الله عليه وسلم جن حضرت امام صاحب کي ٻنهي جي
ڪلهن مبارڪ تي چاڙهيندا هئا. ۽ ايتري قدر سندس
عزت ۽ مرتبو رکندا هئا تنهن ڪري تون به وڏيڪ
عزت رکج متان گمراه ٿي پاڻ کي دوزخ جو لائق
ڪرين ۽ قيامت جي ڏينهن روسياهي ۽ شرمساري
حاصل ڪرين. پر هن هڏ حرام بي حيا ٻيءَ جي چوڻ
کي پڌو به ڪين ۽ منهن ڀڃڙو ڪري جواب ڏنائين ته
پيو جيڪي به چوندا سو قبول ڪندس، پر امام حسين
جي باري ۾ ڪابه ڳالهه ڪان ٻڌندس. آءٌ جيڪڏهن
اُن کي زنده ڇڏيندس ته ڪوبه منهن جي هٿ تي
بيعت ڪونه ڪندو ۽ سڀ ماڻهو مون کان ڦري ويندا.
تنهن تي معاويه کي ڏاڍي ڪاوڙ آئي ۽ ارادو ڪيائين
ته حضرت امام حسن کي ووارو ڳهرائي حڪومت
۽ خلافت جي واڳ سوري الهي هڪ ڏينهن پر هو
ترت ئي مري ويو ۽ خلافت توڙي حڪومت جي
واڳ سوري يزيد لعين جي قبضي ۾ آئي، جنهن جو
گادي تي ويهڻ شرط آرام ڦٽي پيو ته ڪنهن نه طرح

يا ته حضرت امام صاحبن کي دست بيعت قبول
ڪرائي يا جنگ ڪرڻ سان کيس شهيد ڪري
۽ عتبي بن وليد ڏي کي ٦ هزار لشڪر ڏيئي
موڪليو ته مديني منور ۾ وڃي اهوئي ڪم ڪري
جتي جو حاڪم ان وقت مروان نالي هو. عتبو امام
صاحبن جو لحاظ ڪندو ۽ ادب احترام رکندو هو پر
مروان نهايت ڪٽر دشمن هو. هر وقت عتبي کي
هيٺاهين ۽ مٿاهين جا خيال وجهي کيس حضرت امام
صاحبن جي برخلاف ڪرڻ ۾ ڪوشان هو ۽ عتبو ان
جي حرامزادگي واري هلت کي ڄاڻي ان ڪان لنوائيندو
هو. تنهن ڪري مروان مخفي طرح اها سربستي
حالت يزيد کي لکي موڪلي. جنهن عتبي کي لکيو
ته اسان کي خبر پيئي آهي ته تون امام صاحب جنجي
فائدي ۾ آهين ۽ اسانجي حڪم کان لنوائي رهيو آهين.
پر ياد رکج ته الهي جي عيوض ۾ تنهن جو سر
تلوار سان الايو ويندو. جنهن اچي سچي حقيقت حضرت
امام صاحب جن سان ڪئي. حضرت امام صاحب
جن کي ڪيترن ماڻهن جنگ لاءِ صلاح ڏني ۽ سالس
مددگاري جو وعدو ڪيائون پر ڀاڳ فرمايون ته نانا
جي امت جو مولڪي خون بي گناه وهائڻو نه آهي
آءٌ نه سان و ته هي مروان مولڪي عتبي سڪ لي سمهڻ
ڪين ڏيندو آنهنڪري مدينو منور ڇڏي مڪي

معظم ۾ وڃي رهندس، جتي هر طرح امن جي جاءِ
آهي ۽ اتي وڃي پنهنجي حياتي جا ڏينهن گذاريندس.
اهو خيال ڪري حضرت جن جي روضي مبارڪ ۾
آيا ۽ روئي عرض ڪيائون ته اسان کي ڪافرن گهڻو
هلاڪ ڪيو آهي. اهڙي طرح روزانو حاضري لاءِ ويندا
هئا ۽ پنهنجي دل جو احوال پيش ڪندا هئا. هڪڙي
ڏينهن خواب ۾ ڏسن ٿا ته هزارين فوج فرشتن سان
حضرت محمد ڪريم عليه الصلوات والسلام جن پاڻ
تشريف فرما ٿي اڳيان اچي بيٺا آهن ۽ پنهنجي اره
سان لڳائي فرمائڻ لڳا ته پيارا نور چشم پنهنجي امت
هٿان توکي ڪربلا جي ميدان ۾ شهيد ٿيڻو آهي، جتي
تون ۽ تنهنجا رفيق اڃيا بکيا ۽ گهڻي تڪليف ۾ هوندا.
توهين شهيد ٿيڻ تي نهايت غمگين ۽ ڏکويل صورت
۾ اسان وٽ جلدئي اچڻ وارا آهيو. پر شهادت جو
درجو خدا وٽ سڀ کان وڏيڪ عزت وارو آهي جو
خاص الله تعاليٰ اوهانجي لاءِ عنايت ڪيو آهي پوءِ
ننڊ مان جاڳي موٽي گهر آيا ۽ اچي حرم پاڪن کي
اهو سمورو احوال ٻڌايائون. پوءِ اتان راتو واهه لڏي
اچي مڪي معظم ۾ نڪتا ۽ مديني منور جي سيني
ماڻهن کان موڪلايائون، جن ڏاڍو رنو ته الاجي اوهانجو
وري ديدار نصيب ٿيندو يا نه. مڪي معظم ۾ پهچڻ تي
اتي جا ماڻهو خبر ٻڌي مرحبا ۽ استقبال لاءِ آيا ۽ ڏاڍا
خوش ٿيا. مڪي معظم جا ماڻهو يزيد کان ناخوش هئا.

تنهنڪري اهو عبدالله پٽ زبير جي همٿ تي بيعت
ڪئي هئي. هاڻي امام صاحبن به هتي اچي رهيا جو
هڪڙو ته وڏو امن جو هنڌ هو ٻيو ته يزيد سان ماڻهو
ناراض هئا ۽ حضرت امام صاحب جن کي خلافت جي
ته اصلي مرضي ڪانه هئي. تنهنڪري سمجهائون ته
هتي اسانجو آرام سان وقت گذرندو. مڪي معظم جو
حاڪم به هڪڙو يزيدي چاڙتو هو تنهن يزيد کي لکي
موڪليو ته حضرت امام صاحب مدينو منور ڇڏي هاڻي
مڪي ۾ اچي رهيو آهي ۽ ماڻهن جو ونس ڏاڍو هجوم
آهي. تنهنڪري توکي مڙيوئي خطرو رکڻ گهرجي. اها
ڳالهه ٻڌي هو اڃا وڌيڪ فڪر ۾ پئجي ويو ۽ وري
ڪا نئين چال سٽڻ لڳو. هن ڇا ڪيو جو ڪوفي جي
ماڻهن کي مٺي لي همٿ گهمائي اتي جي وڏيرن کي
سروپائون ڏيئي لالچائي پنهنجي لچائي واري راه ۾
شامل ڪيائين ۽ جو ڏنائين ته امام صاحب مڪي معظم
مان هاڻي نڪرندو ڪونه ۽ اتي هڪڙو ته شرعي
حڪمن موجب به جنگ ڪري ڪين سگهبي ٻيو ته
اتي جا ماڻهو به گهڻا هنجي مخالف هئا تنهنڪري هاڻي
هڪڙي رات ڏينهن جا هورا ڪورا دل ۾ اچي ٿي سا اها
ته ڪنهن به طرح حضرت امام صاحبن کي مڪي کان
ٻاهر ڪڍجي، ته پوءِ پاڻهي سڀ ڪم سر انجام ٿي
ويندو، اهوئي ڪم هو جنهن لاءِ ڪوفي کي هن

پاڻ سان شامل ڪري انهن تي اهو ڪم رکيو ته ڪنهن
به طرح امام صاحب کي مڪي کان ٻاهر ڪڍيو ۽ پاڻ
وٽ گهرايو . ٻاهو ڪم منهنجو فقط هڪڙو آهي سو
لاهي لڳائي پورو ڪري ڏيو. ڪوفي ته اڳئي دغاباز
۽ بدمعاش اهل بيت جا کي اول کان وٺي
مخالف ٿي پاليا، تن يزيد سان صلاح ۾ شامل ٿي
حضرت امام صاحب کي ڏاڍي عاجزي ۽ نيازي سان
قاصدن پٺيان قاصد موڪليا ۽ تمام سڪ ۽ حب سان
گڏيل خط لکيا. جنهن ۾ لکيائون ته تون اسانجو امام ۽
رهبر آهين. اسين تنهنجا سچا غلام آهيون. يزيد اسان
سان تمام ظلم ڪيا آهن تون اچ ته اسين تنهنجي بيعت
ڪريون . اسين تنهنجي حڪم موجب هلنداسون ۽
پنهنجا ٻار ٻچا مال متاع سڀ تو تان صدقي ڪرڻ
لاءِ تيار آهيون. اسين رات ڏينهن ماه رمضان جي چنڊ
وانگر توکي پيا نهاريون . تون الاجي ڪڏهين اچين
اسان جون آسون اميدون پوريون ڪندين ۽ وٺي اهڙا
ڏڏا پرپائون جو سڀڪو ماڻهو جيڪر پڙهن ڪري ته
هي ويچارا ڪي ڏاڍا محنتي ۽ سرويچ آهن. هيڏانهن
حضرت امام صاحب کي جو اهي خط پهتا سو ان کي
ڪا خلافت يا حڪومت جي تمنا ڪانه هئي پر ڪين
هميشه اها آرزو هئي، ته مسلمان اسان سان دل سان
سات ڏين ته اسين جيڪر يزيد کي گڏجي هڻون.

بدڪارن ۽ بدمعاشن وارن هلڻن کان باز آڻيون ۽
سنئون سڌو ۽ سچو مسلمان ۽ دين جو سچو خادم
بڻايون، پر جي نه سمجهي ته پوءِ ان کي خلافت تان
لاهي ڇڏيو ڪو ايماندار ۽ سچو مسلمان خلافت تي
مسند نشين ڪريون. حضرت امام جن جي اهڙي خواهش
هئي تنهنڪري ڪوفين جي خطن تي هميشه غور ڪندا
ئي رهندا هئا. نه رڳو پاڻ غور ڪندا هئا پر جيڪي
مجلسي، صحبتي يار دوست ۽ عزيز خويش ۽ سچا
خيرخواه هئا، تن سان انهي باري ۾ صلاح مصلحت
ڪندا هئا ۽ ڪوفي ۾ وڃڻ جي پنهنجي مرضي
ذڪر ڪري پڻ کان صلاح پڇندا هئا. پر ڪنهن به هڪڙي
جي مرضي نه هئي ته پاڻ ڪوفي ۾ وڃن. انهي باري
۾ انهن سندن والد ۽ سندن ڀاءُ سان جيڪي ڪوفين
تڪليفون ۽ اهنج ڪيا هئا سي سڀ سندن طور پيش ڪندا
هئا. پر قدرت جو ڪو اهڙو قدرو آئل هو پر آخر
ڪٿان ٿي ٽري، جو امام صاحب جن پوري دلين پاڻ
سان به پنهنجي سر همت، انهي ڳالهه يعني ڪوفي ۾
انهن جي دعوت تي وڃڻ جي فائدي ۾ هئا ۽ جي
سموري انهي جي مخلوقات يار دوست عزيز خويش
انهي جي مخالف هئا ۽ تمام زور شور سان بحث ۾
حصو وٺندا هئا ته وڃڻ نه گهرجي جو اهي ظالم همت
کان وٺي اهل بيت اطهر جي خاندان جا دشمن

ڪوڙا ڏوڪي باز ۽ دغا باز ٿي رهيا آهن. ليڪ لکيو
اهو ڏڪيو جو امام صاحب جن هڪو ارادو ڪيو ته
اول پنهنجي سوٽ حضرت امام مسلم رحمة الله عليه
جن کي موڪلين، جو وڃي اتي انهن جو حال احوال
جاچي. جيڪڏهين الهن ۾ ڪو شڪشبهه آهي ته موني
اچي ۽ جي الهنجي ليت ۾ ڪا سچائي ڏسي ته پاڻ
اتي رهي. حضرت امام جن کي احوال لکي موڪلي
ان موجب امام صاحب پورا تيار ٿي ويٺا. هيڏي ۾
اها خبر پئي حضرت عبدالله بن زبير آيو جنهن تمام
گهڻو زورآور بحث ڪيو ۽ هٿين ٻ چيائين ته جي اوهان
جي خلافت جي خواهش ۽ مرضي آهي ته مڪي جا
ماڻهو سڀئي موڪلي تسليم ڪري رهيا آهن آءٌ اوهانجو
دست بيعت پڪڙيان ٿو جنهنڪري سڀ ماڻهو اوهانجا
مطيع ٿيندا پر ٿڏهين به امام صاحب جن نه مڃيو ۽ پنهنجي
ڳالهه تي ٿي بيٺا. حضرت امام مسلم کي ان باري ۾ تيار
ڪيائون جنهنجي حقيقت ڪري دلي مرضي ڪانه
هئي. ڇو ته ان کي ان جي بلڪل خاطري هئي ته
عاقبت موچاري نه ٿيندي پر حضرت امام صاحب
جن ان ڪري حضرت مسلم ڪان رنجيده ٿي پيا.
جنهنڪري اچي عرض ڪيائين ته منهنجا سردار آءٌ
پنهنجي آل عيال سوڌو اوهان تان قربان آهيان جي
اوهانجي مرضي آهي ته بسم الله، آءٌ وڃان ٿو. پوءِ امام

مسلم ننڍڙا ٻه معصوم شهزادا ساڻ ڪري ڪوفي
ڏانهن هليو. اتي وچ ڪان ٻوءِ ساڻس ڪوفين ڪوڙيون
هلتون ورتيون اهو هڪڙو وڏو دردن جو داستان
آهي جنهن جي لکڻ جي اسان کي طاقت شايد ڪانهي
لکي پڙهڻ وارا جيڪي اهو دردن جو داستان ۽ جگر
سوز واقعو سچي لکين پڙهي سگهن. بهرحال اسين بيان
جي طوالت ڪري سبب اهو سڄوئي داستان ڪنهن ٻئي
موقعي تي ڪتابي صورت ۾ پيش ڪنداسون. حاصل
مقصد اهو ته حضرت مسلم کي ڪوفي بدبختن تمام
بيدردي ۽ هلاڪت آميز طريقي سان شهادت جو
جام پيارو ۽ ان کان پوءِ هڪ سنڌس ٻن معصوم صاحبزادن
لاءِ جي بي قصور ۽ بي گناهه هئا انهن سان جيڪو
شهادت جو طريقو ورتو ويو سو ته ڏاڍو ڏک ڏيندڙ آهي.
۽ وري انهن اهڙو بندوبست رکيو هو جنهن ان واقعي
جي امام صاحب تائين ڪا به خبر نه پهچي جنهن ڪري پاڻ
الهي انتظار ۾ رهندي رهندي پنهنجي سر اسپيريا
ته اسين پاڻ وڃي ڏا اتي خبر وٺون جيڪڏهن حضرت
مسلم سلامت هوندو ته بهتر نه ته اسين انجو عوض
ضرور وٺنداسين. انهي ارادي سان مڪي معظم مان
نڪري ڪوفي لاءِ تيار ٿيا سمورا نوڪر چاڪر پهرين ئي انهن
اتي ڇڏيائون باقي پنهنجا ٧٢ رفيق جي اڪثر عزيز
غريب ۽ سچا سر ڏيندڙ ۽ جان فدا ڪندڙ هئا تن کي

پاڻ ساڻ کڻي سفر لاءِ تيار ٿيا. ۽ جاسوسن اها خبر يزيد
تي پهچائي ته هاڻي حضرت امام صاحب ۷۲ رفيق وٺي
ڪوفي لاءِ تيار ٿيو آهي. ۽ فلاڻي منزل تائين پهچي
ويو آهي. پوءِ ته پليت ڪيڏن ۾ نه پيو ماڻهو پڪڙم
پنهنجي مکيه جرنيل جي بدبخت اهل بيعت سڀڪون
جا جاني دشمن هئا تنکي لشڪر سيڌو سامان
هٿيار پنو هار ڏيئي حڪم ڏنائون ته فلاڻي منزل
تي وڃي لڪي رهجو ۽ جڏهين امام صاحب جن
اتان اچي لنگهن ته اڳتي وڃڻ هرگز نه ڇڏجو يا ته
دست بيعت قبول ڪرائجو يا ته ڪين شهيد ڪري
سندن سر مبارڪ اسان وٽ کڻي اچجو. اسين ان لاءِ
اوهان کي وڏا انعام اڪرام ڏينداسون. خدا انهن [illegible]
پليتن کي گمراه ڪيو جي دنيا جي لالچ تي پنهنجا
ٻئي جهان وڃائي رسول ڪريم جي شفاعت جو آسرو
ڇڏي يزيد جي حڪم موجب فرات ندي جي
ڪناري تي ڪربلا جي ميدان جي پاسي ۾ ندي جو پاسو
اچي سوگهو جهلي ويهي رهيا جو پاڻي ڍڪ پيئڻ لاءِ
به ميسر ٿيڻ مشڪل هو. حضرت امام حسين جن منزلون
ڪندا هلندا رهيا ٿي، رستي حضرت مسلم ۽ سندس
فرزندن جي شهادت جي خبر ٻڌي ڏاڍا غمگين ٿيا ۽
سموري خبر پيئن ته اها ڪوفين جي سراسر دوکي
بازي هئي ۽ هنن يزيد جي چوڻ تي اهو قدم ورتو.

هو ۽ يزيد جي اچائي جي خبر پئس ته ان اسان جي
عين نظر ڪرڻ جي آس پاس پنهنجو لشڪر به وهاري
ڇڏيو آهي پوءِ ته سمجهيائون ته هاڻي زندگي جو اچي
آخر وقت ويو آهي. شهادت جي پيشنگوئي کان اڳئي
به خبر هئا خدا تي توڪل رکي الهي رضامندي تي
سر چڙهي اڳتي هليا. ڪربلا جي ميدان جي آسپاس
جتي يزيدي لشڪر مورچو هنيو ويٺو هو اتي اچڻ بعد
انهن رستو ڪٽي بند ڪيو جي اڳتي وڃڻ جو حڪم
نه آهي يا ته جنگ ڪري ميدان ۾ صفائي ڪريو يا
ته يزيد جي بيعت قبول ڪريو. حضرت امام صاحب
جن فرمايو ته اسان کي هن زمين جي واقعات جي
پيشنگوئي پنهنجي ناني کان خبر ملي آهي. اي يزيد يو
اسين جنگ ڪرڻ جي ارادي سان ڪونه آيا آهيون
اسان کي حڪومت يا بادشاهي ڪانه ٿي کپي اوهين
مسلمان آهيو مفت ۾ بي قصور اسان کي روڪي جنگ
تي مجبور ڪريو. خدا ۽ الهي رسول ۽ ڏينهن قيامت
سان ته ڀلڪ اوهانجو به ڪو واسطو آهي اوهين ٿوري
زندگي جي واسطي ڇاڪاڻ پنهنجي عاقبت خراب ٿا
ڪريو. پر هنن بد بختن تي ڪوبه اثر ڪونه ٿيو. هو
چوڻ لڳا ته اسين اهي ڪالم ڳالهه ٻڌڻ لاءِ تيار نه
آهيون جيڪي به ڳالهيون اسان کي يزيد لعين جي
طرفان سمجهايل آهن تنهن جيڪا نه اوهان کي پسند

اڃي ان باري ۾ گفتگو ڪريو ته اسين تيار آهيون
باقي هي ڪابه ڳالهه پڪ لاءِ اسين تيار نه آهيون.

پوءِ ته رضا تي راضي رهي اچي تنهن هٿائي ويٺي
رهيا. ڪافرن فرات ندي توڙي آسپاس جي وادين تي
چوڪسي وارو پهرو رکايو جنهن ڪري نه انسان کي ڪو
پاڻي جو ڦڙو نه ملي يا انهن کي گاهه يا چارو نه ملي.
۽ نه ڪو ڪٿان ڪاٺ ڪي پٽي جو سامان ملي. اهڙيون
حالتون ڏسي حرمن ۽ ٻارڪن ۾ اڃ ۽ بک ۽ هراس
ٿيو ته الاجي اسان سان ڪهڙي حالت ٿيندي پر
حضرت امام صاحب جن سڀني کي دلاسو ڏئي سان
صبر ۾ رهڻ جي هدايت ڪئي. رات گذري صبوح
جو حضرت امام صاحب ڪوفين جي وڏيرن کي خط
لکيا ته اوهان جي خطن تي اسين آيا آهيون هاڻي
پهنچي الزام موجب اچي اسان جي واهر ڪريو. اهو
قاصد جيڪو خط کڻي ٿي ويو تنهن کي يزيد جي ماڻهن
۽ ڪوفين پڪڙي هي ڦري ورتا ۽ چيائونس ته
هڪڙي شرط تي توکي ڇڏيندا ڏينداسون جو تون يزيد
جي ثنا ۽ ساراهه جو عام خلقت ۾ وعظ ڪرين هن چيو
ته آءٌ بيشڪ ڪندس سڀائي جمع ڏينهن سڀ مسلمان
ڪٺا ٿيندا اتي بيشڪ اهو ڪم آءٌ ڪندس. ٻئي ڏينهن
تي سڀ خلق اچي گڏ ٿي اتي هن قاصد منبر تي
چڙهي الله ۽ الهي رسول جي ثنا ساراهه ڪان پوءِ نبوت

۽ رسالت جو ذڪر ڪندي، حضرت علي ڪرم الله وجهه
جنهن شجاعت جو ذڪر ڪيائين ۽ اهل بيت سڳورن
جي ذڪر اذڪار بعد جو جوشيلي آواز ۾ پڪاري
چوڻ لڳو ته اي ڪوفيو اوهان کي شرم نٿو اچي جو
اوهان ڏوکي بازي وارو وعدو ڪري، حضرت امام
معصوم کي ڪهڙا عاجزي ۽ ايزاري جا خط لکيا ته
اچو ته اوهان جي تابعداري ڪريون ۽ تابعداري اها
ڪئي اٿو جو هڪڙي رذيل ۽ شرابي بيدين يزيد پليت
جي چوڻ تي لڳي امام صاحب کي هن سڄي ميدان
۾ اڪيلو ۽ بي يار ڏسي ڪٺي گهيرو اٿو ۽ سندن رفيقن
جو ان پاڻي بند ڪري ڇڏيو اٿو. اها ڳالهه ٻڌي خلق
۾ اوچنگارن جو آواز پئجي ويو ۽ سڀئي هاءِ هاءِ
ڪرڻ لڳا. عبيد پليت کي اها خبر پئي تنهن ان
قاصد کي يڪدم شهيد ڪرائي ڇڏيو جنهن کي امام
صاحب دعا ڪئي ته محشر جي ميدان ۾ اسان سان گڏ
هوندين. تنهن کان پوءِ يزيد جو هڪڙو قاصد خط
کڻي آيو جنهن ۾ هن پنهنجي سالن کي تاڪيد سان
لکيو هو ته ان پاڻي حرام جاڻي اول امام صاحب
جن جي شهادت يا متابعت جو ڪم ختم ڪري پوءِ
ڪو ٻيو ڪم ڪجو. جو خط جنسي امام صاحب ڏي
موڪليو ويو ۽ پاڻ اهو خط پڙهي ڦاڙي زمين تي ڦٽو
ڪيائون اها خبر ٻڌي عبيد کي ڏاڍو جوش آيو ۽

هڪڙي شيطان کي جنگ لاءِ سنڀرايائين، ان کي سندس ٻڌين تمام گهڻي جمع ڪئي ته وڏو ڀاڳيو آهين جو دنيا جي لالچ تي دين وڪڻڻ لاءِ تيار ٿي آيو آهين جو ٻنهين جهانن جو پيشوا ۽ سچو ۽ صحيح امام آهي. تنهن جو پيءُ اسان جو ڏاڏو حضرت سعد ڪهڙو نه پيارو ۽ حضرت نبي ڪريم جو مجلس ۾ ويهڻ وارو هو ۽ هميشه حضرت جن تان پنهنجي جان فدا ڪندڙ هو. تون الٽي ڪئين ان جي برخلاف اهڙي بڇڙي ڪم لاءِ تيار ٿيو آهين؟ پر ان نه مڃيو. ٻئين مان هڪڙو لنڍو پٽ جو ڪو ٻج حرمي ٿي پائيو تنهن کي وٺي عبيد وٽ اچي چيائين ته هن کي طبرستان جي ولايت جي حڪومت جو پٽو لکي ڏيو ته هي وڃي حڪومت ڪري آءٌ جنگ تي وڃان ٿو. اهو سنڀري ميدان ۾ آيو عبيد اٿيءَ وچ ۾ عمر انڌي ڏانهن ماڻهو موڪليو فرات دريا تي پهرو خبرداري سان رکائجي جيئن پاڻي هو ڏيو به حضرت امام جي رفيقن کي نه ملي سگهي پوءِ به جنگ شروع ٿيڻ کان اڳي امام صاحب جن ڪيترو انهن کي سمجهايو ته جو اءِ مسلمانن جا بي قصور خون وهايو اسين اوهان سان جنگ ڪرڻ آيا ني ڪونه آهيون ٿڏهين زوري جنگ ڪيئن لهندي اسان کي رستو ڏيو ته ڪنهن ٻئي پاسي هليا وڃون پر اهي جي دنيا ڏنيا کان ڪڙڌل ۽ ناميد هئا ۽ جن جون جهنم ۾

جايون اڏيون اهون هئون جنهن لاءِ دوزخ وات ڦاڙيو
تيار ويٺو هو سي ڪٿي ٿا سگهي راه تي اچن، پوءِ ته
لڙائي زور سان شروع ٿي امام صاحب جا جيڪي
پيلي پاٿهان نوڪر چاڪر هئا سي ويچارا ڏاڍي بهادري
سان لڙيا اگرچه اڄ ۽ ڪلهه جي ڪري تمام سپاهي ماندا
هئا ته به هزارين ڪافر جهنم ۾ واصل ڪيائون ٿي ۽
نيٺ پاڻ به شهيد ٿيا ٿي. انهن جي شهادت کان پوءِ
جيڪي ويجها عزيز قريب هئا سي هڪ ٻئي پٺيان
اچڻ لڳا ۽ رفته رفته شهادت کي پهچندا ويا. اهليت
جي پاڻيءَ تي بندش وجهڻ سبب مسلمانن همت ڪري
هڪڙو پاڻي جو کوه کوٽيو جنهنجو پاڻي اول ته ڏاڍو
مٺو ۽ سٺو هو پر عين گهرج جي وقت تي اهو کوه
سمورو زمين دوز اهڙيءَ طرح گم ٿي ويو جنهنجو ڪو
پتو ئي ڪونه پيو ڪيترائي وادين ۾ رهندڙ ويچارا اها
خبر پڌي امام صاحبن جي مدد لاءِ آيا جي پڻ آخر
شهيد ٿيا. جڏهن حضرت امام صاحب ڏٺو ته
اسانجا ڪيترا ماڻهو شهيد ٿي ويا آهن تڏهن ڏاڍو
غمگين ٿيا اها حالت ڏسي باقي رهيلن عرض ڪيو
ته اوهين غم نه ڪريو، اول اسان کي اجازت ڏيو ته
اسين وڃي جان قربان ڪريون چو ته اوهين جي اول
وڃندا ۽ اسان مان ڪو الوي ڪري جيترو رهجي ويو
ته پوءِ ڏينهن قيامت جي اسين ڪهڙو جواب ڏينداسون،

تنهنڪري اوهانجي حاضري ۾ اول اسين پنهنجي جان
قربان ڪنداسون. اسانجي جي جان توتان صدقو آهي ته
اسين بخت وارا ليکباسون ۽ ڏينهن قيامت جي
سرڪنداسون. پوءِ حضرت امام صاحب جن هٿ کڻي
سينءِ جي حق ۾ دعا ڪئي ۽ هر هڪ لڙائي جي
ميدان ۾ وڃڻ لڳو. حضرت عبدالله بن حضرت مسلم
انجو ڀاءُ حضرت عقيل، حضرت عبدالرحمان ان
کان پوءِ حضرت محمد بن عبدالله امام صاحب جن
جو ڀاڻيجو حضرت بي بي زينب جو فرزند دلبند.
اهڙي طرح جيڪي به عزيز قريب باقي رهيل هئا تن
مان هڪڙو هڪڙو آيو لي ۽ ڪيترن ڪافرن کي
دوزخ جا دروازا ڏيکاريندي، پاڻ به شهادت جو درجو
وٺي ويو لي انهي ڪري ڪافرن جي لشڪر منجهان،
به پٽيون نڪري ويون تنهن کان پوءِ حضرت عبدالله
حضرت امام حسن رض. الله تعاليٰ جنجو فرزند آيو جو
پڻ بهادري سان وڙهندي آخر شهيد ٿيو.

حضرت امام قاسم حضرت امام حسن رض الله تعاليٰ جن
جو پيو فرزند هو جو پنهنجي ڀاءُ حضرت عبدالله کي شهيد
ٿيندو ڏسي هڪدم پنهنجي چاچي حضرت امام حسين
کي اچي عرض ڪياءِ ته منهنجو ڀاءُ کان پوءِ دليا ۾
رهڻ بيڪار آهي مهرباني ڪري اجازت ڏيو ته آءُ

هنن ٻنهين کان پاڻ جو عوض وٺان. امام صاحب جن
فرمايو ته اي منهنجي جانب پاڻ جي لشڪر آئون ئي
منهنجي روح جي ورولهن ۽ ولدر آهين. توکي آءُ ڪيئن
اجازت ڏيان ننهنڊڪري امام قاسم غمگين ٿي اچي تنبو
۾ ويهي رهيو ته اتهي وچ پنهنجي والد کان مليل تعويذ جي
ياد گيري پيس جو پاڻهن ۾ ٻڌل هوس، جنهن لاءِ حڪم
مليل هوس ته مشڪل جي وقت ۾ اهو کولي پڙهج
ننهنڊڪري کولي ان کي پڙهڻ لڳو. جنهن ۾ لکيل هو ته
منهنجا پيارا فرزند توکي وصيت ٿو ڪريان ته منهنجو
ڀاءُ امام حسين جڏهن ڪربلا جي ميدان غمگين ۽ عاجز
ڏسين تڏهن توکي لازم آهي ته پنهن جو سر ان تان
فدا ڪج ۽ اهو موقع هتان نه ڇڏج اهو تعويذ کڻي
حضرت امام صاحب جن وٽ اچي پيش ڪيائين، جو پنهن
جي ڀاءُ جا اکر ڏسي امام صاحب جن گهڻو رنو ۽ امام
قاسم کي فرمايائون ته جي توکي وصيت ڪئي اٿن ته
مون کي به وصيت ڪيل آهي جا اڄ پوري ڪرڻي آهي.
پوءِ امام قاسم کي پنهن جي تنبو ۾ آڻي سڀئي عزيز
کوٺائي گڏ ڪري حضرت قاسم جي والده کي فرمايائون
ته قاسم کي عروسي ڪپڙا پهرايو ۽ سينگاريو. ان موجب
کيس سندس والد جو پهرڻ ۽ دستار مبارڪ پهرائي
پنهن جي ڀاڻي جو نڪاح ساڻس ڪرايو ويو ۽ چيائون

۽ پاڻ جي وصيت موجب مون امانت جو حق ۽ بار اڄ
ادا ڪيو. ائين چئي تنبو مان ٻاهر هليا ويا. گهوٽ
ڪنوار هڪ ٻئي ۾ ويٺا اڃا هڪ ٻئي ڏانهن نه سڌائي
رهيا ته ميدان مان آواز آيو ته آهي ڪو محمدي
جو جنگ جي لاءِ اچي يا سڀئي شهيد ٿي رهيا. اهو
آواز ٻڌي حضرت قاسم يڪدم تلوار ٻڌي اٿي کڙو ٿيو
۽ بي بي صاحبه سندس ڪنوار دامن مان جهلي پڇيو ته
ڪيڏانهن ٿا وڃو ۽ وري ڪيڏي مهل موٽندا ۽ مون
کي ڇڏي ٿا وڃو ڇا؟ امام قاسم فرمايو اي منهن جي
دلنواز بي بي آءٌ لڙائي جي ميدان ۾ وڃان ٿو. جي زنده
رهيس ته اڄهو وري ٿو اچان نه ته ٻئي صورت ۾ پاڻ
روز قيامت جي ملنداسون ۽ ائين چوندي ٻنهي جي
دامن زور سان بي بي صاحبه جي هٿن مان ڇڏائيندي
جنگ جي ميدان ۾ آيا، ته امام حسين سڏ ڪري اول
ٻه ڌائون ڪيائونس پوءِ تلوار ٻڌڻ جي اجازت ڏنائونس
جنهن جو چمڪاٽ چوطرف پکڙجي ويو. پوءِ ته اچي
ڪافرن ۾ مارو ڪيائون ايتري قدر جو رت جون الهرون
وهي اٿي هليون ۽ ڪاهي وڃي عمر الدي تي وارد ٿيا
۽ چيائون اي الدا تو اسان جا ڪيترا رفيق ۽ اهل بيت
شهيد ڪيا آهن. تڏهن ان بي حيا ۽ بيشرم جواب ڏنو
ته جي يزيد جي تابعداري ڪريو ها ته جيڪر هٿن

ڪَلهف نہ ڏسو ها. هاڻي بہ جي قبوليت ڏيو تہ جنگ
بند ڪري اوهان کي موڪلي ڏجي. امام صاحب غصي
۾ اچي ان کي ڀاراتو ڏنو تہ اي بدبخت تو جا هي
ڏين سان دشمني رکي آهي سان تنهن جي آئندي جي
حق ۾ چڱي نہ آهي. اسين توڙي اسان جا وهٽ سڀ
پاڻي کان سواءِ حيران آهيون توکي شايد ڪو مصدر جو
ڀ آهي تڪي حوض ڪوثر جي پاڻي پيئڻ جي ڪا
اميد اٿيئي. اها ڳالهہ ٻڌي اهو اٿڻو زار زار روئڻ لڳو
۽ ڏورو نرم ٿيو. پر ڀاڃس کي شيطان جو ڪلهن تي
ڪنهو ويٺو هوس، سا اهائي ٻنهن جي اياڳائي نہ ڇڏياءِ
۽ لشڪر ڏي منهن ڪري چيائين تہ جي اوهان مان
هڪڙو هڪڙو لڳي هن جوان سان وڙهندو تہ هي اوهان
جون پٽيون ڏوئي ڇڏيندو تنهن ڪري صلاح آهي تہ
چوگرد حملو ڪري هڪي ولو.

پوءِ تہ اچي ڪافرن ۾ تلوارن جو سنڪو پيو ڪنهن
کي بہ جرئت نہ ٿي جو حضرت امام صاحب جي سامهون
اچي، جيڪو آيو ٿي سو دوزخ جي سند وٺي ويڙهہ کي
ويو ٿي عمر الڏو، ابن زياده ۽ شمر لعين اها حالت
ڏسي آهي کان پاهر اڪري ويا ۽ وڃن جولين کي مهٽا
ڏيڻ لڳا تہ اوهين هيڏا ڀڪهار ٿا ڪائو ۽ اڄ ڪار مردان
جي وقعت لڻائيندا رهو ٿا جا نهايت شرم جي ڳالهہ
آهي. هڪڙي اهي مان ٻنهن جي شرم کي پرچائڻ

ڪٽاءِ ڇڏيو ته مون کي هڻ ڇوڪر سان وڙهڻ ۾ لڄ ٿي
اچي. تنهن تي ان کي چيائون ته هي بهادر جنهن کي
تون ڇوڪرو ٿو سمجهين سو حضرت امام حسن رضي الله
عنه جو فرزند ۽ حضرت شير خدا علي ڪرم الله وجهه
جو پوٽو آهي. جي اهاپل نه هجي ته جيڪر اسان کي
چڱيون پوڙهيون پڙهائي ها. تنهن تي ان بدبخت پنهنجي
هي شرم کي اگهڙي وڙهڻ لاءِ چيو ته چار، هجي پر ان
سان منهن جا پٽ ئي وڙهڻ لاءِ ڪافي آهن ۽ چار پٽ
هئس جن کي امام صاحب سان جنگ ڪرڻ لاءِ
موڪليائين جي چارئي جهنم واصل ٿيا. تنهن تي هو پاڻ
ناپاڪ جوش ۽ ڪاوڙ سان تيار ٿي آيو. امام صاحب کي
چيائين ته منهنجا چار پٽ تو هڪ لحظي ۾ ماريا آهن.
امام صاحب جن فرمايس ته اها پنهنجي تنهن جي ته گهرج
آهي ته هو جهنم ۾ اوهان ڇنڊالن جي ٽولڪڙي
هوندي. پوءِ ته اهو بدبخت جنهن جو نالو ازرق هو ۽
نهايت بهادر هو سو پنهنجي سر لڙهو لڙندي لڙندي
پڇاڙيءَ جو امام صاحب جنهن گهوڙي تي ٽيڪي جو وار
ڪيائين جو ڪري پيو ۽ امام صاحب جي لشڪر مان
ٻيو گهوڙو اچي ڏنو. جنهن تي امام صاحب سوار ٿيو
پوءِ ته سيني گڏجي اڪيلي امام صاحب گهيرو
ڪري ورتا جن سيني کي ماريندي آخر پاڻ به
زخمي چور چور ٿي بيهوش ٿي پيو ۽ چاچا حضرت امام

حسين صاحب جي هڪل ڪٽائون، جنهن تي امام صاحب
جن چڙهي رڙ هڪل ڪري سيني کي پهچائي امام قاسم
جي حالت ڏسي ڪيس ميدان مان ڪڍائي تنبو ۾
آندائون سندس والده ۽ ٻي ٻي صاحب جن سان آخري
ملاقات ڪيائين. ڪجهه وقت کان پوءِ منهن مبارڪ ۾
مرڪ ۽ نور جي تجلي ظاهر ٿي جنهن ڪري گلاب جو
گل ٽڙي پيو ۽ سڪون ٿي روح مبارڪ جسم مان پرواز
ڪري ويو جان بحق سپرد ڪيائين ۽ وڃي پنهنجي
والد ۽ ڏاڏي ۽ ناني صاحب جن جي مجلس ۾ حاضر
ٿيا. ان کان پوءِ حضرت عثمان حضرت امام حسين جو
ڀاءُ ميدان ۾ آيو جنهن ٻن گهڻن ڪافرن کي دوزخ جو
در ڏيکاري شهادت جي راهه ورتي. پوءِ حضرت عباس
حضرت عليءَ جو فرزند ڀائرن ۽ عزيزن جو ڏک سهي
نه سگهيو ان کي موڪل ڏيڻ وقت امام صاحبن گهڻو
رنو ۽ ڀاڪر پائي موڪلائڻ مهل امام صاحب جن فرمايو
ته اول وڃي انهن بد بخت ڪوڙهن کي نصيحت ڪريو.
جنهن ميدان ۾ اچي انهن کان سوال ڪيو ته اوهين
مسلمان آهيو يا ڪافر. هنن جواب ڏنو ته اسين
مسلمان مومن پيغمبر سڳوري جا ڪلمه گو آهيون.
جنهن تي حضرت عباس ته اهي پيغمبر سان اسانجو
نه ڪو تعلق يا لاڳاپو سمجهو ٿا يا نه؟ ته ڪنڌ ڪٺي

هيٺ ڪيائون. وري ڇڏيائون فرات جو پاڻي سڀ جاندار
ٻاروڪ جي پيئن ٿا باقي جنهن پيغمبر تي ڪلمو
پڙهو ٿا انهي اولاد لاءِ بند آهي سو ڪهڙي سبب
ڪري؟ ٻوءِ چيائين ته اي بي حيا ڪو حياءُ ڪريو اسان
جي لاءِ پاڻي جي روڪ نه ڪريو جو سڀ پاڪ حرم
۽ معصوم ٻچا اڃ ۽ پياس ۾ تڙپي رهيا آهن ۽ اسان کي
جاءِ ڏيو ته هڪڙو پاسو وٺي هليا وڃون. اها ڳالهه
ٻڌي ڪي ته پشيمان ٿيا پر ڪي سنگدل ۽ حدابي
حيا هئا تن ته اجائي سجائي اڪواد ٿي ڪئي. آخر حضرت
عباس ڪاهي پيو ڪٽڪ ۾، جنهنکي پنج چوطرف گهيرو
ڪري سيني ڳڌهي حملو ڪيو ۽ ڪيترن کي دوزخ
جي حوالي ڪيائين ۽ ماريندو اچي فرات جي ڪناري
تي پهتو. اتان سالدارو پاڻيءَ جو ڀري ساڄي ڪلهي ۾
وڌائين. ڪافر اها ڳالهه برداشت ڪري ڪين سگهيا
تنهنڪري اهڙي تيز تارائي ڪيائون جو حضرت عباس
جو ساڄو ڪلهو شهيد ٿي پيو. تنهنڪري اهو سالدارو
وري کابي ڪلهي ۾ وڌائون ته اچي بد بخت وري پيو
تير هڻي اهو ڪلهو به شهيد ڪيو. انڌ هين سالدارو ڏندن
۽ چڪ ۾ جهلي ڪٺي امام صاحب ڏانهن آيا ٿي
تڏهن هڪڙي ڪم بخت الهي سالداري تي تير
اڇلايو جنهنڪري سالدارو ڦاٽي ويو ۽ پاڻي سمورو
هاري ويو. حضرت عباس فرات رچڻ وقت پاڻ به پاڻيءَ

نه پيتو هو جو سمجهاءِ ته ڀريائين جلد جلد وڃي
معصومن کي پاڻي پياريان پر قدرت جي طرفان ائين
ليکو نه هو جنهن تي حضرت امام حسين درگاهه الاهي
۾ التجا ڪئي ته خداوندا اسان کي هڙئي سچ ۾ نه
پاڻي جي عنايت نه ٿي ڪئي وڃي شڪر آهي منهنجا
مالڪ! تنهنجي امر تي اسين هر طرح راضي آهيون. غيب
مان آواز آيو ته هي دنيا جو پاڻي اوهانجي ڪهڙي ڪم
جو آهي اوهانجي لاءِ حوض ڪوثر منتظر آهي ۽ بهشتي
حورون پاڻي جا پيالا کڻيو اوهانجي لاءِ انتظار ڪندڙ
آهن. حضرت عباس پنهنجي ڀاءُ حضرت امام حسين صاحب
کان موڪلائي دعا گهري ۽ جان حق سپرد ڪئي ۽
وڃي بهشت برين جا ساڪن ٿيا.

## حضرت علي اڪبر جو ميدان ۾ اچڻ ۽ شهادت.

حضرت عباس کان پوءِ معصوم حضرت علي اڪبر
پنهنجي والد کان اجازت گهري ته بابا سائين رحم
فرمائي موڪل ڏيو ته پنهنجي عزيزن مڪرن جو هنن
بد بختن کان عوض وٺان ۽ انهن کي جهنم ۾ موڪلي اوهان
تان ۽ نانا جي دين تان پنهنجو سر قربان ڪريان. امام
صاحب ٻڌايائين ته موڪل نٿي ڏئي پر پوءِ صاحبزادي
جي گهڻي ستائڻ تي موڪل ڏني ۽ پنهنجي هٿ سان هٿيار

پنهوار پڌائي سڀيرائي ميدان ۾ روانو ڪيو. ان معصوم جي
ان وقت ١٧-١٨ سال عمر هئي اچا سندس جواني جي
حسن جي قوت جي منڊ جو آغاز هو ٿيو ميدان جي ڪافرن ۾
اچڻ ته سندن رعب پئجي ويو جو سيني جي وات مان
دانهون نڪري ويئي. جيئن ته حضرت علي اڪبر جناب
پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي صورت
مبارڪ ساڳ مشابهه رکندڙ هئا. مديني منور ۾ جڏهن
ڪو خلق جو منهن ڏسندو هو تڏهن ماڻهو هلي اچي
حضرت علي اڪبر جي منهن مبارڪ جي زيارت
ڪري سان حضرت نبي ڪريم جنجي زيارت جي
خواهش پوري ڪندا هئا. پوءِ امام صاحب مسلمان
۾ اچي ڪافرن کي پڌايو ته آءٌ حضرت امام حسين جو
جو فرزند آهيان. جا ڳالهه پڌي پلٽن ۾ ڏڪڻي پئجي
ويئي. پوءِ ته اچي ڪافرن ۾ مارو ڪيائون ۽ گهڻو
وقت اڙائي ڪري بعد اُڃ ۽ پياس جي سختين سبب
والد صاحب جي خدمت ۾ اچي احوال ظاهر ڪيائون ته
ڪين دلاسو ڏيئي حضرت پيغمبر ڪريم جن جي منڍ کي
وات ۾ رکي لاءِ ڏني. هوڏانهن الذي عمر لعنتي کي حڪم
ڏنو ته سيڌي ڪڏهي حملو ڪن. ايمه اڙلدي ڪنهن
ملعون جي نيزي ڪين زخمي ۽ گهايل ڪري وڌو
۽ پنهنجي والد کي هڪل ڪيائون جن ميدان ۾ اچي
گهايل پٽ کي ڇاتي سان لڳائي جهڙي لڳا ته اي

ڪوڙيو بدبختو هي لاڏلو پٽڙو منهنجي اکين جو نور ۽
دل جو سرور شهزادو علي اڪبر آهي جو منهنجي
حياتي جو سهارو ۽ ٽيڪ آهي جنهنکي مون اسلام تان
قربان ڪيو آهي. اها قرباني اوهان گنهگار مسلمانن جي
گناهن جي ڇوٽڪي جو سبب ٿيندي. مون جو يزيد
جي خلافت قبول نه ڪئي سو ان ساڻ منهنجي ڪا
دشمني ڪانه هئي پر رڳو انهي ڪري جو هو پليد ٿين
زاني ۽ شرابي آهي. اسلام جي هن وقت ڪابه واقفيت
ڪانه هئي تنهنڪري مون ان کي تسليم نه ڪيو اوهان
لاءِ به بهتر آهي ته اسلام جون حدون نه اورانگهيو ۽
اسلام جي پيروي ڪريو. خاسارين ۾ پاڻ کي نه وجهو
منهنجي هن قرباني جي عمل مان سبق سکو ائين هن
هئي جو والد آهيان جنهنجو چند جهڙي شڪل اڄ
خون ۽ خاڪ ۾ لٿڙيل آهي الجا بڪها وار ڏسو جنهن
وٽ ٽمي رهيو آهي هي سندس والده جو سڪيلڌو
پٽ آهي. هي عمر الهي شادماني ۽ خوشين ماڻڻ جي
آهي، جو هن اجا دنيا ۾ ڪجهه به ڪونه ڏٺو آهي
هنجي شڪل اوهانجي پيغمبر سڳوري سان هم تشبيهه
آهي جنهنکي توهين پنهنجو رسول ڪري مڃيو ٿا ۽
ان کي ٥ وقت ڪلمون پڙهو ٿا پنهنجي دل کي هٿ
رکي ڏسو ته اوهانجو اهڙو جوان پٽ هجي حالت ۾
هجي ته اوهانجي جگر کي ڪهڙي نه ڌڪر پاڻ لڳي

۽ سڀڪ اڳيئي اهڙي طرح آئي ته انسان آهيان
مولڪي ته منهنجي جوان پٽ جو اڃتروڻي درد
هولڪو ته وڏو دين اسلام جي سچائي جي ثبوت
۽ عزت رکڻ لاءِ مون منهنجو ڏ رکيو هي ٻچو ٻه
سڀ عزيز خويش خدا جي راهه ۾ قربان ڪيا آهن
اوهين ڪڏهين ٻ ٻ وسارجو هاڻي جڏهين آءٌ اهي
لاش تنهن ۾ ڪٽي ويندس تڏهين اهي ماءُ جا اکيون
ٻائي منهنجي پٽ کي ڏسڻ لاءِ ولئي هوندي اهي
وات نهاريندي هوندي هنجو پيئرون هنجي ٻچي
جي سينئي اهي انتظار ۾ راهه تڪيندڙ هوندا سڀ
منهنجي جگر جي ٽڪر کي هڙي حالت ۾ ڏسي پاليو ڏک
۽ اهنجو ڪهڙو حال ٿيندو ۽ جڏهين اهي والده ٻچي
جي ٻالهين مون کان گهرندي تڏهين آءٌ ان کي ڪهڙو
جواب ڏيندس اوهان ته انجو ان ٻاڻي ٻ بند ڪري
ڇڏيو آهي اهڙا معصوم ٻچا ته هڪ ٻوند پاڻي لاءِ تڙپي جان
ڏيئي رهيا آهن آءٌ هنجي والده کي رکيو اڃترو چوندس
ته صبر ڪريو هنجو خون ناني جي امت جي گناهن
کي صاف ڪندڙ ۽ عذاب کان ڇڏائيندڙ آهي جو اسانجو
نانو دنيا مان وڃڻ وقت توڙي آخرت ۾ ته رکيو امتي.
امتي لفظ پڪارڻ سان منهنجي گناهگار امت کي
ٻولهيندو رهندو. جنهن ڪا وچڙيل ماءُ منهنجي ٻچي کي
ٻولهيندي هئي. پوءِ حضرت علي اڪبر کي تنهن ۾
ڪٽائي آيا جتي حرم پاڪ سڀ موجود هئا ۽ روئي.

رهيا هئا. حضرت علي اڪبر سيني کي دلاسي ساڻ
صبر ۽ راضپي جي تلقين ڏني ۽ چوڻ لڳو ته آءٌ ڏسان
ٿو ته آسمان جا دروازا کليا آهن بهشتي حورون شربت
۽ ميوا کنيو منهنجي لاءِ انتظار ۾ بيٺيون آهن. اڄ
چوانڊي هن شريعت طريقت حقيقت ۽ معرفت جي
روشن شمع ۽ هي روشنائي جو آفتاب ناپائدار دنيا
جي افق تان هميشه لاءِ غروب ٿي ويو. قالو انا لله و انا
اليه راجعون.

## حضرت علي اصغر جي شهادت.

جڏهن حضرت امام حسين جي تنبن ۾ حرمين
پاڪن ۽ معصومن جي اڃ ۽ پياس جي حالت حال
کان زياده وڌي ويئي ۽ معصوم فرزند حضرت علي
اصغر جو حلق مبارڪ خشڪي کان خشڪ ۽ بي حال
ٿي ويو جو ڪير موجود نه هو تڏهن معصوم کي بي حال ڏسي
حضرت امام صاحب جن پنهنجي ڪڇ ۾ کڻي ميدان ۾ آڻي
ڪافرن جي سامهون الهنڪي مخاطب ٿي چوڻ لڳا ته
اي ڪافرو جيڪڏهن اوهانجي سمجهه ۾ اسان کان ڪو
اوهانجو وڏو گناهه ٿيو آهي ته انهي گناهه جو جوابدار
نه رکو آءٌ آهيان پر پيا معصوم توڙي هن معصوم جو
ڪهڙو قصور آهي جنهنجا اڃ جي ڪري هي حال ٿيا
آهن. هن معصوم ته اوهانجو ڪجهه به ڪين بگاڙيو آهي
هن کي بي قصور اهڙي پياس ۾ پريشان ڏسي اوهين

پيئڻ ڪري اورا پاڻي جا ٢-٣ ڍڪ هن معصوم کي
ڏيو تہ هن اهو ملهڻ ڇڏيو تہ يزيد لعين جي حڪم
کان سواءِ اسين ڪجهہ بہ ڪري نٿا سگهون. انهي
اجازت ڌاران اسان کي هڪ قطرو پاڻي جو بہ ڏيڻو نہ
آهي جنهن لاءِ هنجو خاص تاڪيد آهي تہ ايتري ۾
پيو هڪڙو ڪم بخت جو اتي بيٺو هو تنهن ڇتائي
هڪڙو تير معصوم ڏانهن اهڙي طرح اڇلايو جو انجي
نڙي مان لنگهي ويو ۽ جنهن اتي جو اتي دم ڏنو. امام
صاحب جن اهو معصوم جي نڙي مان نڪتل رت
وهندڙ پنهنجي دامن مبارڪ سان اگهي صفا ڪري
پنهنجي تنبو ۾ آيا صاحبزادو اتي سندس والده کي
ڏنائون ۽ رڪو ايترو فرمايائون تہ هن کي پاڻي حوض
ڪوثر جو مليو آهي پاڻي ڪنهن وٽ وڃڻ جي ئي
صاحب جا هن واقعي کان ئي خبر هئي ۽ سمجهيائون
ٿي تہ پڇو پاڻي ئي آ.و هولڊو سو گود ۾ تہ وڙتاءِ
بہ ڏناءِ تہ پڇو سدورو خون ۾ تر ايو پيو آهي ۽ ماڻن
سان هن ۾ آهي ۽ ان وقت ماءُ جي گود ۾ انهہ گولي
حسرت پرپل لڳل سان ماءُ ڏي ڏسي رهيو آهي ۽ گويا هن
زبان سان چئي رهيو آهي تہ اي پياري والده پلهين
پاڻي ڏيڻ جي بدران منهنجو هي حال ڪيو آهي امان
منهنجي نڙي سڪي پئي آهي آءُ پاڻي اوهان ڏانهن
پهچڻ جي موڪلائي ڪرڻ آيو آهيان. امان مولا کي

اُٺيتي ٻيٺي آهي، ته هي باقي هنج جو اڪيو جو منهن
جي ڏکـــ جي ورونهن ۾ ولدر هو سو به هليو ويو.
اوهين ٻنهي جي هالو تي هٿ رکي ڏسو ته منهن
جي لاءِ ڪهڙو نه ماتم برپا ٿيو. حضرت امام حسين
فرمايو ڀالو صبر ڪريو هوش سالم رکو منهن جي هن
ٽورڙي ۽ ننڍا ٻچڙ قرباني کي رائگان ڪرڻ نه ڏيو. مون
اُن کي حق پرستي ۽ سچائي تان صدقي ڪري ٻنهي
جي لالي جي دين جي اجهامندڙ شمع کي روشن
رکڻ لاءِ ٻنهي جي گهر جو ڏيو وسائي ڇڏڻ مناسب
سمجهيو.

مسلمانو حضرت امام صاحب جي مثل کي ڏسو
جن دين واسطي ڪهڙيون ۽ ڪيتريون قربانيون ڪيون
آهن ۽ اهي قربانيون ئي آهن جا هي خون مبارڪ جي
صدقي ۾ اسان جهڙا خاطي گنهگار عاصي عمدار بدڪار
اُمتين جو محشر ۾ ڇوٽڪارو ٿيندو نه ته ٻيو ڪو به
حال ڪونهي.

## حضرت زين العابدين رضي الله عنه بيمار جي تياري.

حضرت امام زين العابدين ايءَ جي جي حالت
ڏسي جيتوڻيڪ بيماري جي بستري تي هو پر ته به
يڪدم جنگـــ جي ميدان ۾ وڃڻ لاءِ تيار ٿيو جنهن

تي حضرت امام صاحب جن سڀ ڪري موٽايس ۽
فرمايائون ته بابا اوهين جنگ جو ارادو بلڪل ڇڏي ڏيو جو
اوهان جي لئي طفيل اهل بيت پاڪ جو نسل قيامت
تائين قائم رهڻو آهي اڄ اوهان کي وصيت ٿو ڪريان
ته جيڪي پاڪ حرم آهن تن سڀني جي سنڀال ۽
حفاظت ڪجو ۽ جيڪي امانتون والد شريف کان اسان
کي امانت ۾ مليل آهن سي سڀ سنڀالي رکو ۽ پاڻ
وٽ سوگهيون رکو انهن مان هڪ آهي قرآن پاڪ جو
الله پاڪ جو ڪلام مجيد آهي ٻيو جفر جامع جفر احمد
علم قيافه علم رموزي ۽ ٻيا اهڙا علم جي اهل بيتن
کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي حاصل ٿيڻا نه آهن. اهي سڀ
توکي ڏيان ٿو ٻيو ڪڙيو مصري ٽڪي دستار مبارڪ
ٻهري ڍال حضرت حمزي جي ۽ ذوالفقار حضرت
علي شاه جي ڪٽي اڇي رنگ جي گهوڙي تي سوار
ٿيا جنهن جو نالو ذوالجناح هو. ٻيو سڀني حرمن ۽ باقي
رهيل رفيقن کان موڪلائي انهن کي صبر ۾ رهڻ جي
تلقين ڏيئي ٻيون ضروري ۽ مناسب وصيتون
ڪري حضرت امام صاحب پاڻ ٻنهي سر جنگ
جي ميدان ۾ آيا ۽ فرمايائون ته اچي انهن کي نصيحت
ڪرڻ لڳا ته اي ڪوفيو اوهين الله تعاليٰ کان هرگز
نٿا ڊڄو جو هر شي جو قادر آهي ۽ سڀ جو رزاق
آهي توهان جڏهن انهي پيغمبر پاڪ تي ايمان آندو

جو منهنجو نانو سڳورو آهي پوءِ توهين ان جي اولاد ۽ اهل بيت سڳورن کي ههڙين تڪليفون ڏيئي رهيا آهيو جن جي شان ۾ پاڪائي جي نسبت الله جون آيتون نازل آهن اهڙي حالت ۾ اوهين پيغمبر جي شفاعت ۾ ڪهڙي اميد رکي سگهو ٿا.

توهان منهن جا سورا عزيز قريب ننڍا وڏا رفيق شهيد ڪري ڇڏيا ۽ اسانکي اڃيو بکيو رکڻ جون ڪيتريون تڪليفون ڏنيون ۽ خدا جو ڪوبه خوف ڪونه ڪيو هاڻي به ڇڳو آهي ته وري به توبهه ڪريو ۽ خدا ڏانهن رجوع ٿيو مون کي رستو ڏيو ته هاڻي به آءٌ هليو وڃان جو مون کي جنگ جو ارادو نڪو هو نڪو هاڻي آهي جنگ لاءِ به مجبور اوهان مون کي ڪيو تنهن ڪري هيتري خونريزي جو بار سمورو اوهان جي ذمي آهي، ان عذاب کان پاڻ کي ڇڏايو ۽ سمجهو ته اڃا به ڀهل ڪانه ويئي آهي. اهڙي طرح طرحين طرحين نصيحت جا قول مبارڪ الهن جي ڏهن نڪتين ڪيا پر هو حرامي ڪٿي سمجهڻ وارا هئا ۽ چوڻ لڳا ته اسين هتي اوهان جو وعظ نصيحت ٻڌڻ ڪونه آيا آهيون پر يا جنگ ڪريو يا يزيد جي تابعداري مڃيو. پوءِ عمر الذي لشڪر کي گڏ حملي ڪرڻ لاءِ حڪم ڪيو. چولتا ته ۱۲ هزار تير هڪ ئي دفعي سان اڇلايا ويا پر حضرت امام صاحب کي الله سائين هر طرح امن

۾ رکيو، پوءِ امام صاحب جن موٽي تنبو ۾ آيا ۽ ذڪر
۾ ويٺا هئا ته اوچتو طوفان ڪڙو ٿيو ۽ ڇڙهين پنڌ ٿيو
تڏهين ڏٺائون هڪ ديو شڪل جهڙو خوفناڪ مرد
تنبو جي در تي بيٺو هو جو اجازت وٺي اندر آيو
السلام عليڪم ڪري ادب سان اچي ويٺو پاڻ ان کان
احوال ورتائون هن چيو ته آءٌ جنن ۽ پرين جو بادشاهه
ملڪ زعفران آهيان مون تي اوهان جي والد حضرت
مشڪل ڪشا علي ڪرم الله وجهه جن جا گهڻا اورا ۽
احسان آهن. آءٌ سندن غلام آهيان اڄ اوهان تي تڪليف
۽ مشڪل جو وقت ڏسي مدد لاءِ آيو آهيان. مونکي
حڪم ڏيو ته اڄهين سڀني ڪافرن کي هڪڙي لحظي ۾
آءٌ دربدر ڪري ڇڏيان پاڻ ان کي دعا ڪيائون ۽
چيائون ته جنن ۽ انسان جي لڙائي شرعا جائز نه آهي
جو اوهين لڪل آهيو هو ظاهر آهن تنهن تي ملڪ
زعفران چيو ته ڀلا اوهين حڪم ڪريو ته اسين انسان
جي روپ ۾ ظاهر ٿي اوهان سان وڙهنداسون جي مارجي
وياسون ته شهيد ليکنداسون پاڻ فرمايائون ته اي زعفران
اسين ڏسون ٿا ته دنيا اچي ختم ٿي آهي اسان پنهنجي
والد صاحب ۽ ناني کي خواب ۾ ڏٺو آهي جنهن جي
مرضي آهي ته اسين هاڻي جلد ئي ساڻس وڃي ملڻ
وارا آهيون اوهان کي شاباس آهي اسين اوهان کي دعا
ٿا ڪريون ۽ اجازت ٿا ڏيون ته اوهين موٽي وڃو.

تنهن تي ملڪ زعفران ويچارو نااميد ٿي موٽي ويو.
پوءِ اتان ميدان ۾ آيا جتي هڪڙو وڏو ڪمر ٻڌيس
سندن سامهون آيو ۽ چوڻ لڳو ته ڏسو اوهين پنهنجا
سڀيئي عزيز شهيد ڪرائي ڪري تنها وڃي رهيا آهيو ته به
جنگ ڪرڻ کان باز ڪين ٿا اچو. امام صاحب فرمايو اڙي
ملڪا اسان کي ته جنگ جو ارادو ڪونه آهي هو ڪي
ماڻهو آهي اسين ته هينئر به اوهان کان گهرون ٿا ته
اسان جو رستو نه روڪيو ته اسين هٽ ڪري ڪنهن
پاسي هليا وڃون

هاڻي ٻڌو ڳالهيون جڏي ميدان ۾ اچو پوءِ ته سخت
لڙائي ٿي. پاڻ هزارها مردودن کي جهنم موڪليندا
وڃي فرات جي ڪنڌي تي پهتا ارادو هون ته پاڻي
پي پوءِ پنهنجن رفيقن لاءِ کڻن. پهتا ڏٺو ته اڳيء
ڪري وري به طاقت ۾ اچي وڃندا تنهن ڪري ڊوڪي
ٻاڙي ڪري تنهن جي پاسي وڃي ڪوڙو هل ۽ گوڙ
ڪيائون جڻ ڪو امام صاحب جي تنبن ۾ ڦرات ڪندو
هجي ۽ اتان آواز پئي لڳو ته يا امام صاحب جلد اچو
اچي اسان جي مدد ڪريو جو اوهين پاڻي پيا پيو ۽ هتي
اسان جي بي حرمتي ٿي رهي آهي. پاڻ اهو آواز ٻڌي لڳو
پاڻي پيتائون ڪو پاڻ سان کنيائون جلد ئي تنبن ڏي
موٽيا ته اتي ڪجهه به ڪونه هو. پوءِ سمجهيائون ته

اهي هتن ڪافرن چالاڪي ڪري اسان کي پاڻي کان
روڪيو آهي جنهنجو ذايقو ڏک ڏين. پر وري پنهنجي
مولا سائين ڏي رجوع ٿي صبر ۽ شڪر ڪمائون ته هي
سڀ الهي ئي حڪمت جو راز آهي.

پوءِ سپاهي حرمن ۽ رفيقن سان آخرين موڪلائي
ڪري وري ميدان ۾ آيا ۽ بي شمار جهنم جي
خريدارن کي جهنم ۾ موڪلائون. اڪيلي سر ۽ هيترن
پليتن سان وڙهندي اُڃ ۽ بک ۾ بي حال ٿيا ته
پاڻ به زخمي ۽ گهايل ٿي پيا ۽ رت ريلا ڪري وهڻ
لڳو. اهڙي حالت هوندي به جيڪو مردود آيو ٿي سو
پنهنجي مراد دوزخ جي در ڏسڻ جي ماڻيندو ٿي.
پوءِ آخر امام صاحب جن کي هڪڙي ڪافر جو تير
لڳو ۽ پاڻ اڀ تاب ٿي گهوڙي تان لهي پيا ته ڏٺائون
اهي بخمع پياري ذوالجناح کي زخمي ڪن رت ڪين
ايتري قدر وهڻ لڳو جو سمورو بدن خون آلوده
ٿي رهيو ۽ فرمايائون ته هيهات اسان کي هڙي ئي
حال ۾ رب سان ملاقي ٿيڻون آهي. ان کان پوءِ
خاڪ تي قبله طرف منهن ڪري الله سائين ڏي
توجه ڪري ويهي رهيا ۽ لشڪر مان هڪڙو هڪڙو
ٿي اچڻ لڳو، الذي مراد سان ته اول آءٌ وڃي ڪين
شهيد ڪريان. جنهنڪري يزيد وٽ وڏي انعام جو

آڻي آئي حقدار سمجھو وڃان. ٻر شير جي رعب ۽
هيبت كان كنهنكي ٻه جرئت اچي آئي جو شهيد
كرڻ ته ٻئي خود ٻر رکو ويجهو اچڻ جي ٻه همت
نٿي ٿي. سيكو ٻيو هك ٻي كي چوي ته اسان
همستاءِ ته گهڻو ٿي ٻنهيجو منهن كارو كيو آهي باقي
شهيد كرڻ لاءِ اسان كان قدم كو نه كنيو
ٿيندو. هكڙو شخص جنهنكي كا رحمت الاهي
نصيب ٿيڻ واري هئي سو جڏهين امام صاحب جي
نزديك آيو تڏهن ٻاڻ فرمايائون ته جو ٿو دوزخ
كي ملهه كري وٺين ان تي اهڙو اثر ٿيو جو جنهن
تلوار سان حضرت امام صاحب كي شهيد كرڻ جي
آزادي سان آيو هو سو تلوار موٽائي كڻي عمر الدي
جي مٿان ٻيئو. عمر الدي ٻچيس ته كم پورو كري
آئين. چيائين ته امام صاحب ٻدران اها تلوار ٿوڙي
اهي ٿي ۽ يكدم عمر الدي جو سر اڏائي ڇڏيائي
جو مردود وچ مان اڏامي ويو لشكر جي ماڻهن
اها حالت ڏسي ان شخص كي گهري ويا ۽ اتي
جو اتي شهيد كيائو اس هن وڏي واكي سان
چيو اي ابن رسول الله اوهين مهنجا شاهد رهجو
ته آءٌ اوهانجي آئي صدقي ۽ محبت ۾ شهيد ٿيو
آهيان. ٻاڻ فرمايائون ته غم نه كر محشر ڏينهن
ڌنهنجي چوٽكاري لاءِ اسين ٻيشك ضامن آهيون.

پوءِ شمر پليت جرئت ڪري آيو ۽ يڪدم
حضرت امام صاحب جنهن جي اره مبارڪ تي اچي
ويٺو. پاڻ پڇيائونس ته تنهنجو نالو ڇا آهي ۽ منهن
تان پٽڪو لاهه ته تنهنجي شڪل ڏسون. هن چيو ته آءٌ
شمر آهيان ۽ هن منهن کوليو ته ڏٺائون ته شڪل سڄي
سوئر جهڙي اٿس ۽ اره تي ڪوڙهه جو داغ اٿوس.
پاڻ فرمايائون ته اسان کي پنهنجي ناني تنهنجو نالو ۽
حليه جو نشان اڳ ئي ٻڌائي ڇڏيو هو باقي تنهنجي شڪل
اچي ڏٺي سون ته اهوئي ساڳيو تون آهين جنهنجا اسان
کي اڳ ئي پار پتا ٻڌايل هئا. پر اي شمر ٻڌاءِ ته اڄ
ڏينهن ڇا جو آهي هن چيو ته جمع جو ڏينهن آهي.
پاڻ فرمايائون ته اي شمر هن وقت سڀ مسلمان جامع
مسجد ۾ نماز جي لاءِ ڪٺا هوندا ۽ هي خطبي پڙهڻ
جو وقت آهي. جنهن ۾ خطيب منبر تي چڙهي الله ۽
الهي رسول ۽ اهلبيتن جي تعريف ڪندو هوندو پر
تون الهي اولاد سان جنگ ۽ مقابلو ڪري ان کي
شهيد ڪرڻ لاءِ تلوار جو وار ڪرڻ آيو آهين. تون
جنهن هنڌ ويٺو آهين اتي منهنجو نالو هميشه ڪرم جا
هٿ گهمائيندا هئا ۽ چميون ڏيندا هئا. آءٌ تو ڏي
نهاريان ويٺو پر توکي ڪو، شرم ڪون. تو ٻوي هينئر
منهنجي سڄي پاسي حضرت زڪريا عليہ السلام جو

جو روح مبارڪ ۽ ڪابي پاسي ڪان حضرت يحيٰ جو روح مبارڪ بيٺا آهن جي ٻئي منهنجي لاءِ منتظر آهن تون منهنجي اره تان اٿ ته اچ نماز پڙهان جا منهنجي ناني جي ميراث آهي، پوءِ جيڪا تنهنجي دل جي نيت هجي سا بالشڪ پوري ڪج.

تنهن تي اهو پليت اره مبارڪ تان لٿو ۽ پاڪ تيمم ڪري نماز شروع ڪيائون. اڃا ٻهرين رڪعت ۾ هيا ته پليت تلوار جو وار ڪيو ۽ هي خدا جو سچو سرو اچو عاشق، رسول ڪريم جو لاڏلو حضرت علي ۽ حضرت بي بي فاطمه جي نيڻن جو ٺار شهادت جي شربت جو پيالو پي هن ناپائدار دنيا مان هميشه لاءِ موڪلائي ويو.

قالو انالله وانااليه راجعون.

پاڪ روح الله سان واصل ٿيا ۽ پنهنجي ناني جي ڪچهري ۾ حاضر ٿيا ۽ پنهنجي والد ۽ والده جي قدمبوسي ڪيائون افسوس جو اهڙا سچا عاشق ڪافرن جي ظلم جون تلوارون سهي پنهنجا خويش اقرب قربان ڪري وڃي بهشت جي ساڪن ٿيا. سندن گهوڙو ذوالجناح پنهنجو مٿو خون مبارڪ سان ٻوڙي ڄڻ ديوانو وانگر هلندو تنبو تي آيو. حرم پاڪن گهوڙي کي اڪيلو ڏسي ان کان پڇيو ته اي اسپ پيارا پنهنجي سوار کي ڪٿي ڇڏي تون هتي اچي اڪيلو آهين

گهوڙي کي اکين مان زار زار ٿالي پئي، وهيو ۽ بي هوش
ٿي ڪري پيو، ٿنهنمان پاڪن کي خاطري ٿي ته
حضرت امام صاحب هينئر هن دنيا ۾ نه آهن. پوءِ ته
اچي ماتام متو الهي واقعي جي درد ۾ عرشن فرش ۾ زلزلو
مچي ويو. پکي پکڻ، جن، پريون، حورون، ملائڪ
سڀئي غم حسين جي ۾ غمگين ٿيا. سج جي روشنائي
به ڪو وقعو. ته گم ٿي ويئي ۽ ڪيترو وقت اونده
اندوڪار جهڙ قيامت جا آثار اچي ويا هئا. مطلب ته
ڪربلا جي واقعي جو ڪهڙو بيان لکجي آسمان سڄو
ڳاڙهو ڪڻهين رنگ جو ٿي ويو. جو خون جو رنگ
هو ست ڏينهن برابر اها سرخي قائم رهي. ملڪ سموري
۾ اهڙو ڳڙلو پئجي ويو جو ماڻهن کي اچي ڊپ ورتو
ته متان يزيد جي هن ڪم ڪري ملڪ تي ڪا مصيبت
نه نازل ٿئي. ان زماني ۾ هڪڙو وڻ هو جو هميشه تازو
۽ سائو ميوادار رهندو هو چوندا هئا. حضرت نبي پيغمبر
آخرالزمان دنيا مان لاڏاڻو ڪيو تڏهن وڻ هڪدم
سڪي ويو ۽ ماڻهن کي الهي ڪري خبر پئي ته ڪنهن
معزز برگزيده هستي جو لاڏاڻو ٿيو آهي اهو وڻ هينئر
وري به حضرت امام صاحب جنهي شهادت ڪري
هڪدم سڪي ويو جنهن ڪري ماڻهن سهي ڪيو ته
هينئر به ڪنهن بزرگ هستي جي رحلت جو وقت آهي.
پوءِ خبر پئي ته سيدنا حضرت امام حسين رضي الله عنه
جنهي شهادت جي سبب ائين ٿيو هو.

مدينه منوره ۾ هن طرح خبر پهتي ته اچي رنگ جا ڪبوتر ڪربلا جي ميدان مان شهيدن جي خون سان ڀنهنڊا ڪنهي آلا ڪري مديني منوره ۾ اچي حضرت رسول ڪريم صلي الله عليه و سلم جنهجي روضي مبارڪ اڳيان ڦيريون ڏيڻ ۽ افسوس جو مظاهرو ڪرڻ لڳا ماڻهن کي ان تان ڏاڍو عجب لڳو پوءِ پڇا ڳاڇا مان خبر پيئي ته شهندنا حضرت امام حسين رضي الله عنه جنهجي شهادت جو ڪارڻ آهي تنهنڪري سڄي مدينه منوره جي ماڻهن ۾ ماتم مچي ويو.

## حضرت امام حسين جنهجي شهادت بعد جو احوال.

امام صاحبن جي شهادت بعد مومنن ۽ ايمان وارن لاءِ ته قيامت جو سمو هو پر يزيدي بدبختن جي لاءِ عيد هئي ته حرم پاڪن ۾ لٽ ۽ ڦر مار ڪري الهنڪي به شهيد ڪجي ۽ خيمان کوه لڻ جڏهن جي انهن ڏاڍايان ڪجهه لٽ ۽ ڦر ڪئي. پر ترت ئي عمر بن سعد جي پڙهو ڏياريو ته صبر ڪريو ڦر لٽ يا جنگ اصلي بند ڪريو. مون يزيد ڏي لکيو آهي اتان جيڪو حڪم ملندو ان موجب تعميل ڪئي ويندي جنهن وقت

حضرت امام صاحب شهيد ٿيا ان وقت شمر لعين هڪدم امام صاحبن جي تنبو ڏانهن ڊوڙيو ته حضرت امام زين العابدين علالت جي بستري تي داخل هئا ۽ حرمن پاڪن کانسواءِ ٻيو ڪوبه مرد موجود ڪونه هو. معصوم امام جي عمر ۷ ورهه هئي. شمر نهايت جو بد ارادو هو ته امام صاحب کي به اتي ئي شهيد ڪري ته حمير ڦالي هڪڙو يزيدي لشڪر جو ماڻهو ڊوڙي آيو ۽ ٺ مڪي ڏيئي چيائين خبردار بدبخت هي ڪهڙو ڪم ٿو ڪرين هن معصوم ٻار پنهنجو يا يزيد جو ڪهڙو گناه ڪيو آهي. اهي قصور ان جي خون جو بار پنهن جي ڪنڌ تي ٿو وجهين، تنهن ڌڪو ڏئي واپس موٽي ويو. امام زين العابدين صاحب ان جي حق ۾ دعا ڪئي ته توکي خدا خير جي جزا ڏيندو جو هن بدبخت جي هٿان ڪان موڪلي ڇڏايو اٿئي.

## سيدنا حضرت امام صاحبن جي شهادت بعد واقعات.

جڏهين ڪربلا جي ميدان ۾ هي ڏهري واقعو ختم ٿي ڇڪو هو ۽ حضرت امام صاحب صابر ۽ شاڪر شهادت جو جام نوش ڪري پنهنجي ڏاڏي وٽ مظلوميت جي حالت ۾ ملاقي ٿيا ۽ سندن تنبو خالي رهيو ۽ سواءِ حضرت امام زين العابدين جي ٻيو ڪوبه رکوال

ڪولہ رهيو جي ٻاڻ ضعيف عليل ڪم سن ۽ معصوم
هجا تنهن دشمن بيوس اهل بيت ۾ ڪاهي آيا ۽
سمورو خيمي جو سامان لٽيو ڦريو ويو. ايتري قدر جو
حرم پاڪن جي مٿي مبارڪ تان چادرون بہ لاهي
ورتيون ويون ۽ انهن بيڪس پردہ نشين عورتن کي
قيدين جي مثل حراست ۾ ورتو ۽ امام زين العابدين
بيمار جا هٿ مبارڪ رسين سان ٻڌا ويا. جڏهين امام
صاحب جي ننڍڙي ناٽي معصوم بي بي سڪينہ بانو جا
هٿ مبارڪ رسيءَ سان ٻڌڻ لڳا تہ ويچاري ٻار معصوم
ني سمجهہ ڏپ جي سبب ڏوڙي وڃي ڪنهن ڪنڊ پاسي
۾ لڪڻ لڳي ۽ انهن جي ڦڦي حضرت بي بي زينب خاتون رضي
الله عنہ جي پاسي ۾ پناہ وٺڻ ۽ پاڻ کي لڪائڻ لئي گهريو
مگر ظالم يزيدي باز نہ آيا ۽ معصوم ٻچڙيءَ تي ڪوبہ
رحم نہ آڻي ان کي ڏوڙي وڃي ملهيائون ۽ بي بي
صاحب جنهن پاسي مان زور سان گهلي ٻاهر ڪڍيائونس
۽ ٻنهي چماٽون هڻي ان کي رسيءَ سان ٻڌڻ لڳا جا
ويچاري ڏپ جي مارئل ڪنبڻ لڳي ۽ انهن خونين
کي ڏپ جي نگاه سان ڏسندي رهي، ۽ ٻئي هٿ
ٻاهر ڪڍي ٻاراڻي ٻوليءَ ۾ چوڻ لڳي تہ اجهو ڀلا آءٌ
هٿ ڪيان ٿي مونکي مارئو نہ اڄي ٻلاشڪ ٻڌو هاڻي
مونکي مارجو نہ، ڀلا وري اوهين مونکي ماريندا؟!

ڏسو ته اڄ پنهنجا هٿ ٻاٽ ڪري ٻڌايان ٿي، منهن
جو بابا ڏاڍو مون کي پيار ڪندو هو. امان! اچي
مون کي بچاءِ، ڏاڏا کي يا ادا علي اڪبر کي سڏ ڪر
ته هي ماڻهو مون کي ڪيئن نه مارين ٿا. انهن منهنجو
منهن چماٽن سان ڳاڙهو ڪري ڇڏيو آهي. چاچو عباس
به نٿو اچي، جو مون کي پنهنجي ڪڇ ۾ لڪائي. ٻئي
ڀلا تون ئي ڪٿي ڪنهن کي سڏ ڪر. اڙي مون کي
رسي ته زور سان نه ٻڌو، ٿوري ڍري ڪريو، منهنجا
هٿ ڏايا ڏکن ٿا. ڪيترن ڏينهن کان پاڻي ڪونه
پيتو اٿم سو اڄ ۽ هٿن جي سور کان منهنجي مٿي کي
چڪري پئي اچي. مسلمانو هي هتي سيدنا حضرت
امام حسن ابن رسول الله جي ننڍڙي معصوم نياڻي
۽ حضرت خاتون جنت بي بي سائنڻ سيده النسا
رضي الله عنه جي پوٽي جا اڄ پرديس ۾ هٿن لاوارث
رهي جنهن کي ظالمن جي ظلم کان بچائڻ وارو به ڪونه
رهيو هو. معصوم نياڻي اچا نه دروازي ڏانهن ڏسندي
رهي ته اڄوڪو بابا يا ڏاڏا يا چاچا يا ڪو نوڪر چاڪر
منهنجي مدد لاءِ ايندو جو هنن ظالمن جي ظلم کان
ڪيس ڇڏائيندو. پر هن بي سمجهه ٻچيءَ کي ڪهڙي
خبر ته اهي سڀئي جهنگل ۾ خاڪ ۽ خون ۾ ٻڏل بي
سر آهن ۽ اڄ ڪوبه سندس مدد لاءِ اچي ڪونه
سگهندو. هوڏي ڪٽنب مان رکو هڪ بيمار ڀاءُ بي بي

ٻچيو آهي سو ٻاٽ نہ رسڻ سان ٻڌو ساهون ٻيٺو آهي
ماءُ ۽ ڀيڻ جي بہ ساڳي حالت آهي جي وڃاريون
پنهنجي حال ۾ پريشان ۽ مغموم آهي، پنهنجي گهر جي
تباهي جي حالت ڏسي رهيون آهن. معصوم سڪينہ
ڪان وڏيڪ ڳالهائڻ بہ نٿو اڪلي، هوءَ هر هر بيهوش
ٿيو پوي. رسول الله جي گهر وارن جي اها حالت ڏسي
انهنجي مصيبت جو وڃار ڪري ڏسو تہ سچائي ۽
حق جي قدم تي ثابت رکڻ لاءِ حضرت امام حسين
صاحب ڪيئن نہ پنهنجو سڀ ڪجهہ، قربان ڪيو پر
يزيد کي تسليم ڪرڻ سان پنهنجي نالي جي دين تي
داغ رکڻ هرگز قبول نہ ڪيو.

## حضرت بي بي زينب جي تقرير.

جڏهين مظلومن جو قافلو قيدين جي نموني ۾ ٺٺي
اڪهاڙن اٺن تي سوار ڪري هلايو ويو ۽ شهيدن جا
سر مبارڪ نيزن جي چوٽين ۾ لڳائي قافلي جي اڳيان
ڪيا ويا ۽ يزيد ڏي هلڻ لڳا. اهو قافلو جڏهين
ڪنهن آبادي ۽ شهر منجهان لنگهندو هو تڏهين
بيشمار مرد ۽ عورتون ان کي تماشو سمجهي ڪٺ ٿيندا
هئا جڏهين هي قافلو ڪوفي جي بازار منجهان لنگهيو
تڏهين رستي ۾ ۽ ڪڏن تي چڙهي هزارها مرد
عورتون ۽ ٻار قطارون ڪري اچي بيٺا هئا ۽ زار زار
روئي رهيا هئا. قيدين مان بي بي زينب حضرت

مشڪل ڪشا علي جن جي نياڻي جنهن جا هٿ رسين
۾ ٻڌل ۽ اٺ جي اگهاڙي پٺي تي ويٺل هجي سا سيني
تماشہ بينن ڏانهن نهاري هي تقرير ڪرڻ لڳي ته ڏسو
ڏسو اسانجو تماشو خوب دل کولي ڏسو آءٌ فاطمہ جي
نياڻي رسول الله جي ڏهٽي آهيان علي منهنجو بابا ۽
حسين منهنجو ڀاءُ هو جنهنجو ڪٽل سر اوهين سامهون
نيزي تي هسوار ڏسو ٿا هو اکيان حسين جو پٽ عابد
بيمار آهي جو رسين سان چوڪنيو ٻڌل آهي اوهين
پنهنجي گهر جي بيمارن جو ٻه خيال ڪريو پر منهنجي
رسول جي پياري ڏهٽي ۽ لاڏلي فرزند کي ٻه ڏسو
ته اٺ جي اگهاڙي پٺيءَ تي ويٺو آهي نه دوا آهي
نه آرام آهي نه اس ۽ گرمي جو ڪو بچاءُ آهي نه گرم
بسترو آهي، ۽ هن معصوم نياڻي سڪينه کي ٻه ڏسو
جا يتيم آهي ۽ پڻ جي خون آلوده سر کي سڄو
رستو هر هر ڏسندي رهي ٿي ۽ گهڙي گهڙي پڇي
ٿي ته امان گهر ڪڏهن هلنداسون اسين ان کي
ڪهڙو جواب ڏيون جو اسانجو سڄو گهر اجڙي ويو
آسمان جي هيٺان قبر کان سواءِ اسانجو ڪهڙو گهر ٿي
سگهي ٿو. جيسين هي منزل پوري نه ٿيندي تيسين
اسين ڪنهن ٻه هنڌ پنهنجي مرضي سان هڪ گهڙي
ٻه ڪٽي ترسي نٿا سگهون اسان کي مجال نه آهي جو
ڪنهن جي گلا ڪريون يا پاڻي جو ڍڪ ڀري سگهون

ٻا ماني جي ذڪر جي طلب ڪريون اسين الهي رسول
جي گهر جا ڀاتي آهيون جو بيمارن جي سنڀال لهندو
هو بکين کي کارائيندو هو اڃين کي پاڻي پيئاريندو
هو ۽ قيدين کي ڇوٽڪارو ڏيندو هو ۽ مظلومن جي
غمخواري ڪندو هو مگر اڄ اسين پاڻ بکيا آهيون
قيدي آهيون، بيمار آهيون جي اسين ڪٿي ڇٽون ته
ذرا اُن کي روڪيو ته بيمار ۽ معصوم ٻچا پاڻي جو
ڦڪ پيئن ته اسان تي چاڙهڪن جو وسڪارو ٿئي ٿو.
۽ بد الفاظ ڳالهايا وڃن ٿا ڏسو ڀائرو ڪهڙو تماشو اڄ
نه ڪڏهن توهان ڏٺو هوندو نه ڪڏهن هن ڪانپوءِ
ڪو توهان کي ڏسڻ ۾ ايندو. ۽ نڪي شل خدا
اوهان کي ڪو اهڙو تماشو ڏيکاري. مگر آءٌ اوهان کي
ان سان گڏ هي به چوان ٿي ته دنيا جي عزت دنيا
جي حڪومت دنيا جي دولت تي هرگز غرور نه
ڪجو هي سڀ فنا ٿيندڙ شيون آهن ۽ هي به توهان
کي ٻڌايان ٿي ته اسانجي هن مصيبت تي رڙڻ ۽ ماتم
ڪرڻ مان ڪجهه به حاصل نه ٿيندو. اسان حق ۽
سچائي جي امتحان لاءِ هي تڪليفون خوشي سان
سٺيون آهن سر ڪپايا گهر لٽايا سڀ ڪجهه برباد ڪيو.
اوهان کي به جي اسان سان همدردي ۽ محبت آهي
ته اوهين هي مثال وٺي اسلام جي حق ۽ سچائي کي
ثابت ڪرڻ ۽ قائم رکڻ لاءِ اسان وانگر پنهنجي جان

حال ۾ هر ڪنهن پياري شيءِ کي اسان وانگر
قربان ڪريو.

## يزيد لعين جي مجلس.

جنهن وقت رسول الله صلي الله عليه و سلم جا اهل بيت
سڳورا ڪربلا جي ميدان مان قيدين جي حيثيت ۾
يزيد جي پيش آندا ويا ۽ حضرت امام زين العابدين
کي يزيد جي دربار ۾ پاڪ حرمن سميت آندو ويو
ان وقت جو نظارو نهايت غمگين ۽ دل گهائيندڙ ٿي
ڏسڻ ۾ آيو هاشمي خاندان جو گلن جهڙو شهزادو
دمشق جي شاهي بازار مان قيدين جي حالت ۾ ڏسي
رستن تي هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو ڪٺا ٿيا، تر ڇڻڻ
جيتري نه جاءِ ڪانه واندي هئي. شامي عورتون هن
محبوب صاحبزادي کي درين مان مشتاق نگاهن سان
ڏسندي رهيون ٿي وات ويندا هيڪر بيهي رهيا ٿي،
دڪاندار ڏيتي ليتي بند ڪري دڪانن تي حضرت
امام صاحب جن کي ڏسڻ لاءِ بيهي رهيا. اڳيان يزيد
فوج جا رنگين ۽ سينگاريل لباس ۾ هئي جنهن جي ڪلهن
تي نيزا چمڪي رهيا هئا ۽ هٿن ۾ اگهاڙيون تلوارون
هيون انهن جي پٺيان پيادن جي فوج هٿيارن پنوهارين
سان تيار ٿيل ۽ انهن پٺيان حسيني قافلي جا سوار جن
سڀني کي ميرا ڪپڙا پهريل اني فاطميه دستور موجب
حضرت عابد سڳوري جا ٻکها وار ڪلهن تي پيل جي

منهن جي ڪري منجهيل هئا جنڪي اس ۾ پريشاني ۾
يزيد جي مصيبتن بلڪل منجهائي ڇڏيو هو، سندن
منهن مبارڪ زرد ٿي ويل ڏک، بکون اڄ جي تڪليف
هڪ طرف ضعف بيماري مسافري جي تڪليف ٻي
پاسي، عزيزن قريبن جا صدما ٻي پاسي پر تڏهين به
قدرتي نوراني چمڪ ۽ تجلي چوڏهين تاريخ جي
چنڊ کان ڪئي سو ڀيرا زياده چمڪندڙ هئي، جنهن
ڏانهن به نگاهه ڪري ٿي نٿي سگهي سندن جلال اڳيان
اکيون اٿڪائڻ جي طاقت ڪانه هئي ۽ هڪدم ڪنڌ
هيٺ ڪرڻو ٿي پيو. سندن اڳيان به فوج ۽ پٺيان به
فوج هڪڙي بيڪس ۽ بيوس ضعيف کي اهڙي
طرح فوجن جي وچ ۾ هلائڻ مان يزيد بدبخت جي رکيو
اها مراد هئي ته دنيا کي پنهنجو رعب ۽ حشمت
ڏيکاري ۽ ڪنهنکي به اهڙي جرئت نه ٿئي جو امام
صاحبن جي طرفداري ڪري. جيڪي يزيد جا طرفدار
هئا تن خوشيون ٿي ڪيون ۽ چيو ٿي ته ڏسو يزيد
جي باغين جو ڪهڙو حال ٿئي ٿو ۽ ڪيئن گرفتار ڪيا
ويا آهن، پر ڪيترا اهڙا به مومن هئا جنڪي رسول
۽ اهل بيت سان دلي محبت هئي تن جي اندر ۾ رنج
۽ ماتم هو جي هي قدرت جو عجب رنگ ڏسي
خاموش هئا ۽ دل ۾ ٿي چيائون ته هيڙي بدبخت
قوم جنهن پنهنجي آقا جي پيارن پٽن سان هي ٻار

هليا آهن سي روز محشر ۾ ڪهڙي منهن سان شفاعت جي اميد رکي سگهن ٿا ۽ اهڙن ماڻهن کي مسلماني جي دعوىٰ رکندي ڪو شرم نٿو اچي، ۽ رسول اڪرم جي اولاد کي سر بازار ڪهڙي رسوائي سان تڪليفون ڏنيون آهن، تن کي مسلمان سمجهڻ ڄڻ دين سان چٿر ڪرڻي آهي. ڪيترا ائين چوندا هئا ته بني هاشمين ۾ اهڙي سونهن ۽ خدا عطا ڪئي آهي جو ڪنهن ۽ هر طرح جي تڪليفن ۾ مبتلا ته به ڪهڙو حسن جهڙو چوڏهين جو چنڊ! هي ٻاسي عورتون چوڻ لڳيون:-

آه اڄ ڪيڏو بدر ڪامل سونهن جي سردار جو،
ويا لڪي جنهنڪان دنيا جا آفتاب ۽ ماهتاب،

مطلب ته اهڙي نموني تمام سان آخر حسين جو اورچيٽر علي مرتضىٰ ۽ فاطمه جو لخت جگر رسول جو وارث ڪم بخت يزيد جي دربار ۾ پهتو. اڄ يزيد ان فتح جي خوشي ۾ وڏي تجمل سان دربار ڪئي آهي جنهن ۾ شام جي اوڙي پاڙي جا ڪيترائي امير، سردار فوجي آفيسر ۽ ڪامورا عمدي لباس ۾ با هٿيار ۽ پنهنجي ڪرسين تماشبين موجود هئا. سڀڪو درجي موجب پنهنجي جاءِ تي ويٺل هو ۽ سڀني جون نظرون هيڏانهن ڪيل. هون سي باادب ويٺا هئا. يزيد شراني بادشاهي پوشاڪ پائي اچي تخت تي ويٺو ۽ سعد س سامهون،

سولي ڦاهہ ۾ حضرت امام حسين عليہ السلام جنهجو سر
مبارڪ شهيد ٿيل ہو آڻي رکيائون سامهون زين العابدين کي
ہ آندو ويو چئني طرفن کان خاموشي اهڙي ڇانيل هئي جو
سڀني جيڪڏهين ہمت ٿي ڪري ہوي ته الهو آواز
ہ جيڪر هڪدم ٻڌي سگهجي. اهل بيتن اڳي اها
حالت ڏسي هرهڪ دوست خواه دشمن جي دل
روئي رهي هئي. حضرت امام صاحب کي ڏسي
ڏاڍي آڪڙ ۽ ٺٺڪر سان پنهنجو لاپاک سر مٿي کنيائين
۽ فرعوني آواز ۾ چوڻ لڳو ته خدا جو شڪر آهي جو
باغين جو خاتمو ٿيو سيني کان وڏي باغي جو سر اڄ
ڪاٽيل منهنجي اڳيان رکيو آهي. ان جو پٽ ٻڌل
منهنجي اڳيان بيٺو آهي. عابد بيمار جواب ڏنو ته
خدا جو شڪر آهي جو ان مهربان خدا مون کي ۽
منهنجي اولاد کي ۽ منهنجي سڄي خاندان کي سچائي
جي امتحان ۾ ثابت قدم رکيو ۽ پختو ڪيو اسان
پنهنجي ناني محمد الرسول الله صلي الله عليہ وسلم تي
خدا وٽان آيل ڪلام پاڪ جي حڪمن جي پوري
ڪندي باطل کي لتاڙيو ۽ حقانيت تي قائم رهياسون
اهڙي قدر جو پنهنجا سر ڪٽاياسون. پنهنجا ٻچا
ڪهاياسون پنهنجو گهر لٽاياسون قيدي ٿياسون اي
يزيد ياد ڪر فرعون ۽ نمرود جي شان شوڪت ۾
جي ٿو ٽان گهڻو زورآور هئا پر ڏسو ته سندن ڪهڙي

ڏياڙي ٿي ۽ اڄ انهيءَ ڳالهه ڪهڙي اثر سان ماڻهن
جي دلين تي ياد آهي. تنهنجي حڪومت ۽ چند
ڏينهن لاءِ آهي ان تي تڪبر نه ڪر ۽ نه اسان کي ڪا
تڪليف ڏي ۽ نه حقارت جي نظر سان ڏس. هيءَ
موت اسان جي لاءِ اسلام جي لاءِ عزت جو مرتبو
آهي. ڇاڪاڻ ته اسان حق تي وڙهي موت حاصل
ڪيو آهي اسانجو هي قيد جنهنکي تون خواري
سمجهين ٿو سو الله جي عاشقن لاءِ حق ۽ صداقت جي
طالبن لاءِ خوشي جي برات آهي. اسين هن پنهنجي
قيد جي سرڪس کي پنهنجن لاءِ ۽ خاندان لاءِ ۽ اسلام
لاءِ سڀ کان وڏو عزت ۽ فخر جو ڪارڻ ٿا سمجهون
اڄ تنهنجي دربار ۾ هي جيترا عمدن ڪپڙن ۽
هٿيارن پنوهارن سان موجود آهن سي سپاهي قبرن
جي حوالي ٿيندا جتي ڪيڙن جو کاڄ ٿي ويندا ۽
جيڪڏهن اسان والڪر حق ۽ صداقت جي راهه ۾
مئن ها ته ضرور خدا وٽ سرخرو ٿين ها. اسانجو
شان شوڪت تنهنجي دربار جي شان شوڪت کان
ڪيئن مرتبا وڌيڪ هوندو جو هي شان شوڪت سڀ
فاني آهي ۽ هو دائمي آهي. هي اڄ جي دربار جي
در تي خوشي جا نقارا وڄي رهيا آهن سي ڪلهه
تنهنجي حياتي ڪاٿي ان کان پوءِ بلڪل خاموشي ٿي
ويندي ۽ دنيا کان اهي آواز بلڪل فراموش ٿي.

ويندا. ٻڌ اي يزيد ۽ ٻڌو اي يزيد جي دربار وارا. آءٌ زين العابدين علي درميان آهيان حسين شهيد ڪربلا جو پٽ ۽ علي شيرِ خدا جو پوٽو ۽ محمد پيغمبر جو نواسو آهيان. منهنجي گهر جي نوبت ۽ منهنجي دربار جو نغارو پنجن وقتن جي ٻانگ آهي جو هيڏي ظلم جي زماني ۾ به پنجئي وقت پوري ٺهرايل وقت تي بلند آواز سان وڄي رهيو آهي ۽ توهين صاحب الڄي عزت واسطي سيڪڙي لبيڪ چئي ڪرڙا ٿي پوندو ڪا اهو توکان پوءِ به بلند رهندو ايستائين جو تو جهڙا سوين ظالم ۽ توکان سوين چڱا ۽ نيڪوڪار حڪمران جي تخت نشين هوندا سي پنهنجون نوبتون وڄائيندا پر تڏهين به منهنجي گهر جي نوبت هر شهر ۽ هر ڳوٺ ۾ قيامت تائين رات ڏينهن وڄندي رهندي. يزيد ۽ ان جا درباري امام صاحب جي هي تقرير ٻڌي گهڻو حيران ٿي ويا ۽ يزيد ڳالهه کي اڏائي ڇڏڻ جي ڀانئي سان چوڻ لڳو ته مون کي خبر آهي ته بني هاشمي ڳالهائڻ ۽ تقريرن ڪرڻ جا هوشيار آهن، سو تون به ڳالهائڻ ۾ بيحد هوشيار آهين. حضرت امام صاحب چيس ته آئون توکان منهنجي تقرير جو داد ڪونه ٿو گهران تون منهنجي تقرير جي تعريف ۾ ڳالهه کي اڏائي ٿو. ڇڏ منهنجو مطلب هي آهي ته آءٌ سڀڪنهن اهڙي دربار کي متوجهه ڪرڻ گهران ٿو

جي تو جھڙا باطل پرست ۽ ظالم آھن اھي پنھنجي
ھٿن تي توبہ ڪن ۽ سڀڪنھن مسلمان کي مخاطب
ڪري چوان ٿو تہ ھو اسان جي خاندان جي قرباني جو
مثال وٺي آئنده اسلام جي شمع کي روشن رکن.
يزيد چوڻ لڳو تہ توھان بہ ھيءَ وانگر ذليليون
ڳالھيون ڪري منھنجي برخلاف لوڪ ٿو ڀڙڪايو.
امام صاحب فرمايو تہ جن ظالمن اسان سان ظلم
ڪيو آھي سي سڀ اھي خراب ٿيندا تڏھن ڏاڍي
ڪاوڙ لڳس ۽ حڪم ڪيائين تہ امام صاحب کي وڃي
شھيد ڪريو تنھن تي بي بي ام ڪلثوم صاحبہ امام
صاحبن کي ڪٺي ورتو ۽ يزيد کي چيو تہ ھن معصوم کي
مفت ۾ بي گناہ حق جي ڪلمي چوڻ کان شھيد
ڪرائين ٿو، خدا جي اچڻ واري غضب کان ڊپ
ڪر ھيترا اھل بيت شھيد ڪرايا اٿئي تہ بہ تنھنجو
پيٽ نہ ڀريو آھي. ڪجھ خدا جو خوف ڪري سمجھہ
تہ خون جو بدلو خون سان ئي ڏيڻو پوندو. بيبي
صاحبہ جنھنجي اھي چوڻ ڪري البت خوف ٿيس
۽ اھو حڪم واپس ورتائين. بي بي صاحبہ پوءِ تہ خيال
ڪر تنھنجون زالون ۽ ٻار ٻچا ڪيئن ستر ۾ ويٺل جي
گھرن ۾ ويٺا آھن اسين بہ رسول ڪريم جو اولاد آھيون
تنھنجو ۽ اسان جو فرق بہ ھڪ آھي. ھڪڙي پاسي
تنھنجون ٿڪايون ۽ ٻيا آھيون ٻي پاسي نامحرم مردن

جي وڃڻ تو هڻڻ اسان کي وهاريو آهي اهو ٻ توکي
ڪو لنگ ۽ شرم لٿو ٻيو تنهن تي ڦڪو ليو ۽ حڪم
ڏنائين ته ڦلاڻي جاءِ حرمن واسطي ٻڪدم سندن حوالي
ڪريو جتي سيڻي اهلبيت وڃي رهيا ۽ حضرت امام
صاحب جنهجو سر مبارڪ گهرائي ان جي زيارت ڪري
گهڻو رنا ۽ رڙيا، يزيد کي گهڻا پاراتا ۽ بد دعائون
ڏنائون. پر هنجي ٻانڊ اصلي منجهي وئي هڻي تنهنکي
هاڻي بد دعا جو ڪهڙو اثر ٿيندو.

هڪڙي ڏينهن جو ذڪر آهي ته يزيد جي دربار
۾ حضرت امام صاحب جن جا ويٺل هيا ته اوچتو جو آو زبردست
آيو يزيد جي پٽ امام صاحب جن کي چوڻ لڳو ته ڏس
ته منهنجي پيءُ جو نغارو ڪهڙو نه وڃي رهيو آهي
توهانجي ابيءُ جو نغارو ڪوله تو وڃي. امام صاحب
جواب ڏنس ته اهو نغارو هنجو ٿوري وقت لاءِ وڃي
وري بس ٿيندو پر اهو منهنجي پيءُ جو نغارو وڃي
ٿو سو پڌج جو ڏينهن قيامت سوڌو هميشه رات ڏينهن
۾ ڏهه دفعا وڄندو رهي ٿو ته ائين چئي وارئي مسجد ۾ بانگ.
آئي حضرت امام صاحب يزيد کي چيو ته منهن جي
پيءُ جو اهو نغارو آهي جو هميشه وڄندو رهندو.
هڪڙي ڏينهن خود يزيد امام صاحب جن کي چيو ته
اسانجو حڪم سڀني ملڪن ۾ سڀني ماڻهن تي هلي ٿو.
۽ اسين اهڙي گهراڻي مان آهيون ترهن يا!! چو سالهي

حڪم لڳا ميهو. امام صاحب جن فرمايو ته يزيد توتي
يا تنهنجي وڏن تي قرآن شريف ڪونه نازل ٿيو هو
نڪي الله وٽان ڪو وحي نازل ٿيو آهي نڪو اوهانجي
گهر ۾ ڪڏهين جبرئيل عليہ السلام آيو پر اسان تي اهي
سڀ مهربانيون ٿيل آهن ؛ ڪيتريون آيتون الله تبارڪ
و تعاليٰ اسانجي شان ۾ موڪليون آهن اهو جواب يزيد
کي اهڙو ڏنو جو ٻڌي ويو جو وري ڳالهائڻ جي به طاقت
نه رهيس.

هڪڙي ڏينهن حضرت امام صاحب جن کي چيائين
ته اوهان کي جيڪي گهرڻو هجي سو اسان کان گهرو.
امام صاحب جن فرمايو ته اسان کي شهيدن جا سر مبارڪ
ڏيو ته انهن کي دفن ڪرائڻ جو بندوبست ڪجي.
ٻيو ته قاتلن جون ٻانهون اسانجي حوالي ڪيون وڃن
ٽيون ته اسان کي مدينه منور ۾ پهچايو وڃي چوٿون ته
سڀاڻي جمع ڏينهن خطبو پڙهڻ جي اجازت ڏينداءِ. يزيد
اهي ڳالهيون قبول ڪيون پڇيائين امام صاحبن جي قاتلن
۾ ڪن کي گهرايو ويو پر اهي سڀئي الي ويا جي اسان
امام صاحبن کي شهيد ڪونه ڪيو آهي ؛ ڪن ته ليڪ
ان کي منهن تي ميڙيو ته اهو ڪم اسان تنهنجي ئي
چوڻ موجب ڪيو هو نه ته اسانجو امام صاحب سان
ڪهڙو وير ورود هو. تو جڏهين اسان کي حڪم ڏنو
تڏهين اسان اهو ڪم ڪيو جنهنجان حضرت امام صاحب

جن سمجهي ويا ته هي شرارت سموري هن پليت جي
آهي. هاڻي الهي ڳالهه کي در گذر ڪري ڇڏ پائون
ته جنهنجو به قصور هوندو الله تبارڪ و تعاليٰ پاڻهي ان
کان عوض وٺندو.

ٻئي ڏينهن تي جمع. ڏينهن سڀئي مسجد ۾ اچي
گڏ ٿيا. يزيد جيتوڻيڪ امام صاحبن کي خطبي پڙهڻ جي
اجازت ڏني هئي پر پوءِ خيال آيس ته الاجي ڪهڙيون
ڳالهيون خطبي ۾ چوندو تنهنڪري اصلوڪي خطيب
کي خطبو پڙهڻ لاءِ حڪم ڏناءِ جنهن الئي يزيد جي
ڪوڙي ساراهه ۽ واکاڻ ڪئي. تنهن تي امام صاحب
هڪل ڪري چيس ته ائين خطبو نه پڙهبو آهي ۽ امام
صاحب الئي منبر تي ويٺو. پوءِ ماڻهن جي به مرضي
ٿي ته ڀلي امام صاحب خطبو پڙهي. يزيد عام ماڻهن جو
خيال ڏسي لاچار خاموش رهيو. امام صاحب جن اول
خدا ۽ الهي رسول ۽ اصحابن ۽ اهل بيتن جي ساراهه
ڪري پوءِ يزيد جي خلافت ڏي منهن ڪياءِ ۽ يزيد
ڏٺو ته هاڻي ڳو پردو فاحش ٿئي ٿو يڪدم امام کي
چياءِ ته دير ٿي ٿئي تڪبير هڻ جو تڪبير هڻي وڃي
مصلي تي بيٺو تڏهن امام صاحبن خطبو بند ڪيو. ۽
ماڻهو به سڀ ڪجهه سمجهي رهيا ان وقت کان يزيد
خيال ڪيو ته هاڻي امام صاحب جنجو هتي رهڻ بهتر
نه ٿيندو ۽ پاڻ مديني منور جي خواهش به از خود

تہ پڪاري الڻ تڏهين سڀئو ڪري بندوبست ڪري
ڏاڍين جتان امام صاحب جن حرم پاڪ سميت مديني
منور ڏي روانا ٿيا. واٽ تي ڪربلا جي ميدان ۾ سڀني
شهيدن جي دفن ڪرڻ جو جائز طريقو وٺي سڀڪو ڪم
پورو ڪيائون. حضرت امام حسين عليہ السلام جن کي
جنت البقيع ۾ پاڻ جي پرسان دفن ڪرڻ جو بندوبست
ٿيو. مديني منور ۾ پهچڻ تي انهي جا ماڻهو ڏاڍي سڪ
۽ قرب سان ساڻن ملڻ ۽ سندن تابعداري ڪرڻ لڳا
پاڻ وري شرعيہ اسلاميہ موجب دين جو ڪم هلائڻ لڳا
۽ هميشہ ڌڻي جي عبادت ۾ مشغول هئا ۽ دين جو
وڏو هجوم پئجي ويو. امام صاحب جنهي مديني وڃڻ
کان پوءِ يزيد کي اهڙي ڪوڙهہ جي بيماري ٿي ۽
ڪيترا ڏينهن ويس جنهن عذاب ۾ رات ڏينهن دانهون
ڪندي پوندي هئس ۽ جڏهن ڪريو تڏهن وري ۽ اٿيو
ڦاڙي بدبوءِ ٿي پئس جو پر ۾ سندس ليهڻ پر ڪوڙ
قبول ڪندو هو. هن پڪو هو تہ حديثن ۾ آهي تہ جيڪو
وڏو گنهگار هجي سو جيڪڏهن هيڪڙي مقرر اول
نماز آهي سا ۴۰ ڏينهن پڙهي تہ الله تعاليٰ هنکي بلڪل
معاف ڪري ڇڏي تنهنڪري ارادو هوس تہ آخر اها
نماز پڙهان پر قدرت کان هنکي چوڪڙو نہ ملئو هو
جو جڏهن اهو نماز جو وقت ايندو هو تڏهين ڪري
بي هوش ٿي ويندو هو آخر عذاب ڪاٽي ڪاٽي دنيا مان

لهڻ تمام ٻيڙو ٿي مري ويو، مرچ وقت سندس شڪل بلڪل ڦري ويئي ڏوٿي، نعوذ بالله من شر ذالڪ. اهڙين ڏينهن مختصر ۾ ته الاجي ڪهڙو حال ٿيندو.

حضرت امام زين العابدين کي فرزند حضرت امام محمد باقر رضي الله عنه پيدا ٿيو جو وڏو عالم ڪامل ۽ صاحب ڪمالات جو ٿي گذريو آهي. الله تبارڪ و تعاليٰ مونکي حضرت پيغمبر ڪريم جي مسلمانن جي عاقبت محبوري ڪري ۽ حب آل اطهر ۾ ساه پورو ٿئي.

اللهم صلي علي و آل محمد

جشن بر حسين لعنت يزيد عليه اللعين



